# سِٽــــاءُ

## تاريخ



## دنيا



## سياست



## وسيلا



## جاسوسي



## فلسفي



## شاگرد سياست



## سائنس



## شخصيت



## فلم



## تقرير



## تبصرو



## رپورٽ ڪارنر









**ايڊريس:**

ماهوار "ڪاپڙي" ڊي 10 پليجو هائوس،
پرنس ٽائون، قاسم آباد، حيدرآباد

اي ميل ايڊريس:
monthlykapri21@gmail.com

هي پرچو پبلشر **گل حسن ڪيڙاني**
سردار پرنٽنگ پريس تان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**قيمت 60 روپيا**

# ايڊيٽوريل: مهانگائيءَ جو راڪاس

گذريل مهيني ۾ مهنگائي جو رڪارڊ اضافو ٿيو آهي. مهنگائي پاڪستان جي عوام جو ڀساهه ڪڍي ڇڏيو آهي. پاڪستان جي وجود جي پهرين ڏينهن کان وٺي اڄ ڏينهن تائين نه تعليم ۾ جوڳو واڌارو ٿيو آهي، نه روزگار جي موقعن ۾ واڌارو ٿيو آهي، نه صحت جي شعبي ۾ ڪا خطرخواهه بهتري آئي آهي، نه امن امان ۾ ڪا بهتري آئي آهي. جي ڪو مسلسل واڌارو ٿيو آهي ته سنڌ جي زمينن کي ڀڄڙن مُٺ ڪپائڻ، پنهنجي اقتدار کي واڌائڻ لاءِ اربين ڪربين رپين جي زمينن کي پاڪستان تي قابض طاقتن کي نوازش ڪرڻ ۾ اضافو ٿيو آهي. عوام کي بي گهر ڪرڻ ۾ اضافو ٿيو آهي، عوام کي بي روزگار ڪرڻ ۾ اضافو ٿيو آهي، عوام کان پيٽ ڀري کائڻ جي حق کسڻ ۾ اضافو ٿيو آهي، عورتن جي قتلن ۾ اضافو ٿيو آهي، عورتن جي عصمت درازي جي واقعن جي انگ ۾ اضافو ٿيو آهي. شاگردن جي فين ۾ اضافو ٿيو آهي.

عوام هر دفعي مهنگائي جي خلاف دانهون ڪوڪون ڪري احتجاج ڪري نيٺ خاموش ٿيو وڃي. عوام هڪ اهڙي اوڙاهه ۾ ڦاٿل آهي جو سندس مٿان ٿيل ظلمن، نا انصافين، ڏاڍن کي سندس ئي خلاف استعمال ڪيو وڃي. حڪمراني ڪندڙ طبقو ڏينهون ڏينهن وڌندڙ مهنگائي کي عوام آڏو هڪ دليل طور ڪڍي اچي ٿو ۽ ماضي جي بدترين حڪمرانيءَ کي موجوده دور جي بدترين حڪمرانيءِ سان ڀيٽي ٿو ڏنو وڃي ته ماضي جي حڪمراني به بدترين هئي پر موجود حڪمراني ماضي جي بدترين حڪمرانيءِ کان ڏهه ڀَيِيون وڌيڪ بدتر آهي. ڦرلٽ ڪندڙ طبقي جي حڪمراني جي اميدوار ٽولي موجود حڪمرانيءَ جي بدتريءَ کي ماضيءَ سان ڀيٽ ڪري، ماضي جي بدترين ڪارڪردگي کي بهتر ثابت ڪرڻ جي ڪوشسش ڪري ٿو ۽ پاڻ لاءِ همدريون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ڪري ٿو.

عوام به يادگيري جي ڪمزور هجڻ ڪري وري ڦرلٽ ڪندڙ ظالم ۽ جابر طبقي جي ٻي ٽولي هٿان ٺڳجڻ لاءِ تياري هوندو آهي، جڏهن ته ٻي ٽولي عوام جو رهيل ڪيل رَتُ چوسڻ لاءِ، عوام ۾ هڏ تان ماس لاهڻ لاءِ، پنهنجا ڪات ڪهاڙا تکا ڪرڻ ۾ مشغول هوندي آهي ۽ موقعي جي تلاش ۾ هوندي آهي ته عوام ئي ڦرڻ، لٽڻ، انهن جي گهر کي مسيت ڪرڻ ۾ پنهنجي ظالم ۽ ڦورو طبقي جي ٻين ٽولين کي مات ڏيئي سُرخرو ٿيئي ۽ وڌ کان وڌ مال ۽ ملڪيت ڪمائي.

عوام هر دفعي ڦرجڻ ۽ لٽجڻ جي باوجود وري به دِلي جي ٺڳن جي استادن کان وريو ڦرجيو ۽ لٽجيو مايوس ٿيو ويهيو رهي. ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ ٻي ٽوليءَ هٿان ٺڳجڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي.

عوام کي لڳل ازلي ۽ ابدي مرضن جو علاج تڏهين ئي ممڪن آهي جڏهن ڦورو طبقن ۽ ڦرجندڙ طبقن ۾ فرق ڪري سگهجي. عوام جيڪو ڪنهن به سماج جي وسيع گهڻائي ٿيئي ٿو. ان جو ڦورو طبقو استحصال ڪرڻ ۾ ان ڪري ڪامياب وڃي ٿو جو ڦرجندڙ طبقو پنهنجي طبقي کي سڃاڻڻ، پنهنجي طبقي کي منظم ڪرڻ ، پاڻ ۾ اڳواٽيءَ واريون صلاحيتون پيدا ڪرڻ ۾ ناڪام رهي ٿو. دنيا ۾ جتي جتي پورهيت طبقي، پنهنجي پورهيت نظريي جي اڳواٽيءَ ۾ هلندي تنظيم ڪئي آهي، حڪمران طبقي جي هر ٺڳيءَ کي سڃاتو آهي، پاڻ ۾ اڳواٽيءَ، جدوجهد ۽ جفاڪشيءَ جي صلاحيت پيدا ڪئي آهي. پنهنجي پاڻ مان پيدا ٿيندڙ وچين طبقي مان هڪ اهڙو حصو تيار ڪيو آهي، جيڪو قرباني جي جذبي جي سرشار هجڻ ڪري طبقي مٿائڻ جي ٻوڙ کان آجو هجي ٿو. تاريخي شعور جي سمجهه هجڻ ڪري، پنهنجو رشتو ڦرجندڙ طبقي سان ڳنڍي ٿو. اهڙي ريت ڦرجندڙ طبقي اتي ڪجهه ڏهاڪن ۾ پنهنجي ملڪ جون تقديرون تبديل ڪري ڇڏيون آهن. هن مهنگائي، ڦرلٽ، لٽ مار جو علاج فقط تڏهن ممڪن آهي، جڏهن ڦرجندڙ طبقو تنظيم، تعليم ۽ جدوجهد ذريعي پاڻ ۾ پنهنجي طبقي جي اڳواٽي جي صلاحيت پيدا ڪري. ڦورو طبقي جي چالاڪين، مڪارين، منافقين ۽ حرفتن کي پڌرو ۽ وائکو ڪري مقابلو ڪري.

ادارو

(سنڌ جي تاريخ جو هڪ ورق)

# اسانجو مير صاحب!



رسول بخش پليجو

صحيح قومي تاريخ هڪ وڏي ۾ وڏو قومي هٿيار آهي. جنهن قوم جي تاريخ صحيح ۽ سلامت آهي سا قوم جي ڪٿي ڪجهه وقت ليٽ ته ٿي وڃي تڏهن به اها ڪڏهن نه ڪڏهن هٿي وڃي هنڌ ڪندي ۽ نيٺ وڃي پنهنجي ماڳ تي رسندي. صحيح قومي تاريخ وقت جي سمنڊ ۾ جڻ ته هڪ روشنائي گهر آهي جو اونداهين ۽ طوفاني راتين ۾ خطرن کان آگاهه ڪري ٿو ۽ صحيح وات جو ڏس پتو ڏي ٿو.

سنڌ سان جيڪي به وڏي ۾ وڏا ظلم ٿيا آهن تن منجهان هڪڙو هي آهي ته سنڌ جي تاريخ تي هميشه دشمنن جو قبضو رهيو آهي. هُنن ڏينهن کي رات ۽ رات کي ڏينهن ثابت ڪيو آهي. هنن سنڌ جي ڪاساين ۽ جلادن جي ساراهه جا ڍُڪ پيريا آهن ۽ سنڌ جي جانباز جوڌن جو نالو نشان گم ڪري ڇڏيو آهي. ٻيو ته ٺهيو رڳو سنڌ جي غدارن کي به نروار نه ڪيو ويو آهي. اٿلو سنڌن ساراهون ڪري سنڌن بدصورت ڪردار کي لڪايو ويو آهي.

هونئن ته هندستان ۾ وطن ۽ قوم جا هزارين نام ڪنيا غدار ٿي گذريا آهن پر ويجهڙائيءَ جي تاريخ ۾ به غدار مشهور آهن. هڪڙو دکن جو مير صادق ٻيو بنگال جو مير جعفر.

جعفر از بنگال و صادق از دکن
ننگ ملت، ننگ دين، ننگ وطن.

اقبال کي جيڪڏهن تاريخ جي وڏيڪ خبر هجي ها، وطن جي اهميت سمجهي سگهي ها ته جيڪر ٽئي مير يعني اسان جي مير صاحب کي هرگز ڪين وساري ها.

حقيقت ۾ اسان جو مير صاحب دکن ۽ بنگال جي غدار ميرن کان به اُتر گهرندو هو. هنن پنهنجي آقائن سان غداري ڪئي. اسان جي مير صاحب نه رڳو پنهنجي وطن ۽ قوم سان غداري ڪئي پر پنهنجي خاندان، پنهنجي ننگن ۽ لڄن، پنهنجي پيءُ مڪان ابي جي پٽ سان غداري ڪئي.

انگريز جڏهن افغانستان مان موچڙا کائي، ٻچڙا ٿي پنهنجي ايجنٽ شاهه شجاع کي مارائي، پنهنجي فوج تباهه ڪرائي واپس موٽيا تڏهن هنن فيصلو ڪيو ته سنڌ جي ميرن جي گهرو تفرقي ۽ خانه جنگي جو فائدو وٺي سنڌ تي قبضو ڪجي ۽ افغانستان ۾ ٿيل بي عزتيءَ جو ڪجهه ڏنپ ٺار ڪجي. پر سنڌن سڄي ايشيا، افريڪا ۽ آمريڪا ۾ پڙو پکڙيل هو. سنڌن فوج ٿوري ۽ دشمن گهڻا هئا. تنهن ڪري هنن سوچيو ته اهڙي ٽل ڪجي جو "نانگ به مري ۽ لٺ به بچي". هنن غدارن جي ڳولها ڪئي. ٻروچ دنيا جي عجيب قومن منجهان آهن. هن قوم جي تاريخ ۾ غدارن جي سخت اٽاٽ آهي. انگريزن کي پناٽن مان شاهه شجاع جهڙا ڪئين جوان ملي ويا جي پئسي تي پنهنجي پيءُ کي به ڦاهو ڏيڻ لاءِ تيار هئا. ٻروچن ۾ به ڪيترائي قومي نقص آهن پر ٻروچ قوم خصيص، ويڪائو نيچ ۽ نمڪ حرام نه آهي. انگريزن کي اها خبر هئي. ڪين خبر هئي ته هيترن سالن جي حڪمرانيءَ کان پوءِ به سنڌ جي ٻروچ سردارن ۾ تخت تان ايئن مارا ماري ڪانه ٿي هئي جيئن ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ ٿي هئي. هنن جو خيال هو ته ٻروچ سردارن مان ڪو غدار هٿ ڪرڻ لاءِ وڏا طلسم ڪرڻا پوندا پر ڪين گهڻي تڪليف ڪانه ٿي. ڪين ٿوري تڪليف سان حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن مان به ڪم جا ماڻهو هٿ چڙهي ويا. حيدرآباد مان صوبدار خان ۽ خيرپور مان علي مراد خان. ٻنهي کي پڳ جي لالچ ڏنائون ته ٻنهي جا وات پاٽي ٿي پيا. صوبدار خان ٻيو ته سڀ ڪرڻ لاءِ تيار هو پر لڄ لاهي اگهاڙو ٿي نظاري تي چڙهڻ لاءِ تيار ڪين هو ۽ مير علي مراد خان اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو جيڪو سنڌن ستن ته ڇا پر ست سئو پيڙهين مان به ڪو ٻروچ ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿئي ها.

نيپئر جي اشاري ملڻ شرط فوج وٺي وڃي پنهنجي پيءُ مڪان پڳدار پاءُ رستم خان تي نونار وٺ ڪڙڪيو. آخر کيس قيد ڪري چيائينس ته: "پڳ تان دستبرداري جو دستاويز لکي ڏي".

پڳدار مير رستم خان لاچار هو. سکر ۽ بکر ۾ انگريزي فوجون هيون ۽ هيڏانهن هي گهر جو نانگ سامايو هو. هن ڏٺو ته انهن ٻن آفتن سان اڪيلي سر مقابلو ڪرڻ ناممڪن آهي تنهن مجبورا نڙيءَ تي لٺ ڏسي جيڪي چيائونس تنهن تي صحيح ڪري ڏنائين ۽ ٻچا وٺي اٿي اپرندي رڻ ڏانهن ڀڳو جيڪي باقي اهل عيال پنيان خيرپور ۾ هئا سي به سنڌس نياپي ملڻ تي وٺي اپرندي رڻ طرف ڀڳا. علي مراد انگريزن

سان گڏجي پنهنجي خاندان جي اهل عيال ۽ ننگن جو پيڇو ڪري ويو. امام ڳڙهه جي قلعي کي پنهنجي هٿن سان بارود سان اڏارايائين. مير رستم اتان موٽي وڃي حيدرآباد ڏانهن ڀڳو.



انگريزن جي فوج مير رستم خان جي پٺيان پئي. علي مراد تي ڪم رکيائون ته جبل جا بلوچ ۽ مير رستم جي مدد نه ڪن. هن نهايت فرمانبرداري سان حڪم جي تعميل ڪئي. ٻروچ مُنجهي پيا ته ڇا ڪجي ڇا نه ڪجي. ڪيترا قبيلا حيدرآباد ڪو نه پهتا. لاڙڪاڻي جي چانڊين جو ڏهه هزار جري لشڪر درياهه ڪو نه ٽپيو. شير سنڌ مير شير محمد خان ٽنڊي الهيار ۾ ئي رهيو. حيدرآباد جي ميرن مياڻي وٽ مٺ جيترن انگريزن هٿان شڪست کاڌي. انهي شڪست ۾ علي مراد جو تمام وڏو هٿ هو.

مير شير محمد مهل تي ڪو نه وڙهيو ۽ ڏهه هزار فوج سوڌو پريان مياڻيءَ جي جنگ جو تماشو پئي ڏٺائين پر پوءِ وري به مڙسي ڪيائين ۽ انگريزن سان مقابلو ڪيائين. دٻي جي جنگ هلندي عين ٽائيم تي علي مراد سندس لشڪر جي سپه سالارن مان سندس ناني احمد خان ۽ ٻين کي ريهي ريبي پاڻ سان ملائي ورتو ۽ عين جنگ هلندي مير شير محمد جو سمورو بارود باهه ڏيئي ساڙائي ڇڏيائين. هوشو شيدي پارن جانباز سورمن جي سورهيائي به هن هٿرادو شڪست کي ٽاري نه سگهي. اهو ڪم لاهي مير علي مراد خان الهندي رخ رکيو ۽ چانڊڪا تي چڙهائي ڪري چانڊين جي سردار ولي محمد کي گرفتار ڪري آڻي انگريزن جي حضور ۾ حاضر ڪيائين. جتي جتي انگريزن جي خلاف بغاوت جي باهه دکي ٿي، اتي هي غدار وڃي ڪڙڪيو ٿي. ڪن کي ماري، ڪن ريهي ريبي، ڪن کي لالچون ڏيئي بغاوت ختم ٿي ڪرايائين. ان ڪانپوءِ نيپيئر بلوچستان تي ڪاهيو ته علي مراد به پنهنجا هڙ جا ٽڪا خرچ ڪري ساڻس گڏجي ويو. نيپيئر کي هر وقت خوف هو ته علي مراد کهڙو به آهي ته به پنهنجي اباڻي وطن جو ضرور ننگ ۽ شرم پوندس. هن مٿس جاسوس ڇڏيا جيڪي چوويهه ڪلاڪ مٿس نظرداري ڪندا هئا ته متان هو بلوچستان جي سردارن سان نهي نه وڃي. پر علي مراد کي مجال آهي جو ڪا ليه پوي، هن جيئن شروع ڪان وٺي گوڏي ڪان ڪٽي متي ڪئي هئي تيئن توڙ تائين رهيو. انگريزن جي حڪم تي پنهنجي قوم جي خون جون نديون وهائيندو رهيو. هن ڊومڪين ۽ جڪراڻين جي علائقن تي حملا ڪري سندن قتلام ڪيو. تان جو جڪراڻي آڻ مڃي انگريزن جي پيش پيا. ڊومڪين جي سردار بجار خان ڊومڪيءَ کي ٻارن ٻچن سوڌو قيد ڪري آڻي خيرپور ۾ ڪاٽ ۾ وڌائين. ڊومڪيءَ توڙ تائين انگريزن ۽ سندن هن چاڙتي جي آڻ نه مڃي ۽ مير جي قيد ۾ ئي پساهه پورا ڪيائين. مير پوءِ به سندس ٻارن ٻچن جي جند نه ڇڏي ۽ ڪيترا سال ڪين پوريو وينو هو. تان جو انگريزن نيٺ ڪين ڪاٽ مان ڪڍي وطن موڪليو. مطلب ته مير صاحب پوريون ڪري ڇڏيون.



انهن غدارين جي عيوض انگريز ڪيس طرح طرح جون ڳڙ جون آڱريون ڏيندا هئا. ان جو هڪڙو اکين ڏٺو شاهد، تاريخ نويس منشي عطا محمد شڪارپوري لکي ٿو: "سڄي جهان کي خبر آهي ته مير صاحب مير علي مراد خان بهادر، انگريز بهاد جي سرڪار سان سنڌ ملڪ تي قبضو ڪرڻ واري زماني ۾ کهڙيون مددون ڪيون ۽ جان مال ۽ ڏاهپ جي اٽڪلن سان ڪين ڪامياب ڪيائين. انگريز بهادر جي سرڪار مير صاحب ممدوح جي سچائي، گهٽگهرائي ۽ سهڻين خدمتن جي ڪري ڪيس هزارين قسمن جون عزتون ڏيندي هئي. مير صاحب بهادر جڏهن عاليشان صاحبن (انگريز آفيسرن) سان ملاقات لاءِ ايندو هو تڏهن ڪيس توبن جي سلامي ڏني ويندي هئي. هو بنا ڪنهن حجاب جي مير صاحب کي پنهنجي ڪاڌي جي ميز تي جاءِ ڏيندا هئا ۽ هو پنهنجي ماني گهرائي عاليشان صاحبن سان گڏ ويهي کائيندو هو. انگريز صاحبن ۽ مير صاحب بهادر جي پاڻ ۾ قرب جي ڪڙي ايڏي مضبوط هئي جو اهو ناممڪن هو جو ڪو به زماني جو حادثو ۽ ڇڪتاڻ هن قرب جي ڪڙيءَ کي ٽوڙي سگهي. حقيقت ۾ ٻئي هڪ هئا."

مير صاحب انهن ڳالهين ڪري پنهنجن ڪپڙن ۾ نٿي ماپيو. ڀانيائين ٿي انگريزن تي ايڏا احسان ڪيا اٿم ۽ سندن مونتي ايڏو راز آهي جو ڌرتي اونڌي ٿي پوندي ته به مونسان بيائي ڪو نه ڪندا.

پر انگريزن وٽ چاڙتن ۽ غدارن لاءِ هڪڙو ئي دستور هو. "ڪم لٿو ڪاغذ ڦاٽو". علي مراد جي هٿان سنڌ جي ٻين ميرن جون حڪومتون ڪسارائي انهن هاڻ خود علي مراد جي ٽڪ مان وَرَ ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو. جيئن اڳ حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن جو علاج علي مراد ڳولي هٿ ڪيو هئائون تيئن هاڻ وري علي مراد لاءِ بہ پڙيون ڪم آندائون. هڪڙي هئي شيخ علي حسن پناهگير ٻيو هو ان وقت جو پير پاڳارو. پير ميان علي گوهر بنگلي ڏٽي. اهي ٻئي مير علي مراد جا باز هئا. شيخ علي حسن هندستاني پناهگير هو ۽ پهريائين سردار اسڪندر خان خاڪواڻي وٽ اچي ڇهين ستن رپئن نوڪر بيٺو. منشي عطا محمد شڪارپوري لکي ٿو: "شيطان گيريءَ ۾ هو ابليس ملعون کي بہ سبق پڙهائڻ وارو هو". مير صاحب کي پنهنجن ڪڌن ڪرتوتن لاءِ ڪپندا ئي اهڙا ماڻهو هئا. "چنڊو چنڊي کي سئو ڪوهن تي ڏوري لهي" واري ڳاله وانگر مير صاحب هڪدم هن کي هٿ ڪيو. منشي عطا محمد لکي ٿو: "شيخ علي حسن پهرين ڇا هو ۽ ڪهڙو رتبو هوس؟ مير صاحب جي نظر جي ڪيميا اهڙي عزت ۽ مرتبي تي رسايس جو مير صاحب بهادر جي سڄي ملڪ جون واڳون هٿ ۾ اچي ويس. هن پنهنجي الڳ سرڪار قائم ڪري ڇڏي. جڏهن پنهنجي ٻيرلوءِ واري مڪان تي ايندو هو تڏهن توبن جي سلامي ملندي هيس. انگريز صاحب پنهنجي سکر واري ڇانوڻي ۾ پنهنجي ڪنن سان انهن توبن جا ٺڪاءَ پيا ٻڌندا هئا."

آخر هن جو پيٽ ايترو پرجي ويو جو خود مير خلاف سازشون ڪرڻ لڳو. تنهنڪري مير ڪڍي ڇڏيس. شيخ علي حسن بہ ٿي ڏينهن سکر جي صدر بازار ۾ ڌڪا جهليا، آخر سنڌ مان ڀڄي ملتان ۽ پوءِ لاهور ويو پر اتي بہ پير ڪونہ ڪپس. تنهنڪري موٽي آيو ۽ جناب عرفان ماب پير ميان علي گوهر سان صلاحي ٿي مير خلاف ڪڏون ڪوٽڻ لڳو. مير علي مراد هوندئن تہ گهٽيئي ڪم ڪيا هئا پر هڪڙو ڪم اهڙو ڪيو هيائين جنهن جو ڪو جواب ڪو نہ هو. پنهنجي وڏي ڀاءُ مير رستم خان کان پڳ تان دستبرداري قرآن شريف تي لکائي ورتي هئائين. پوءِ ڇا ڪيائين جو قرآن شريف جي جن پنن تي ضلعن ۽ تعلقن جي تفصيل لکيل هئي سي ڪڍائي انهن جي جاءِ تي ٻيا پنا وجهائي انهن تي هڪڙن بدران ٻيا علائقا لکي حقيقي علائقن کان ڇئوڻا پنجوڻا علائقا ڦٻائي ورتائين. قرآن شريف سان انهيءَ جعلسازي جي، پير سڳوري ۽ نمڪ حرام هندستاني پناهگير کي پوري خبر هئي. درحقيقت حالتن جي شاهديءَ مان معلوم ٿو ٿئي تہ ٻئي توڙ کان رستم خان جي پڳ کسڻ واري سڄي قصي ۾ ساڻس شريڪ هئا. مثال طور: مير 9 آڪٽوبر 1843ع تي سرچارلس نيپيئر کي هڪ خط ۾ لکيو:

"....مير رستم......پنهنجو وڏو پٽ مير محمد حسين، مير نصير خان، فتح محمد غوري، پير علي گوهر شاه ............موڪلي مونکي منٿ ڪئي تہ مونکان پڳ ۽ ملڪ وٺ........" تاريخ نوائي معارڪ وارو بہ لکي ٿو تہ: "مير رستم کان پڳ کسن واري چڪتاڻ ۾ پير علي گوهر شاه کي بہ وچ ۾ آندو ويو. ان کان پوءِ پير صاحب تي غدار مير خاص عنايتون ڪيون ۽ ڪيس شڪارپور موڪليائين. جتي ڪيس نهايت قيمتي تحفا هٿ ڪرڻ جو موقعو مليو. ساڳئي وقت اهو بہ معلوم ٿو ٿئي تہ پير صاحب نہ رڳو خدا تعاليٰ ۽ مير علي مراد وٽ پر انگريزن بہ پهتل هو. ان وقت جو رڪارڊ ڏيکاري ٿو تہ پير جو ڳوٺ سنڌي حڪومت خلاف جاسوسيءَ جو مرڪز هو. جتان انگريزن کي سنڌي فوج جي چُرپُر بابت ڳجها اطلاع ملندا رهيا هئا. اپر سنڌ ۾ سنڌي قوم ۽ حڪومت خلاف انگريزي سازشين جي ڪاڪ محل جا اهي ٽيئي بزرگ مکيہ ٿنڀا هئا. مير صاحب، پير صاحب ۽ شيخ صاحب.

انگريز آفيسرن کي مير جي ڪارستائين جي پوري پوري خبر هئي. پر ان وقت ڄاڻي ٻجهي هنن غدار مير کي ڏکھو رسو ڏنو ۽ ڪيس هر طرح جون بدمعاشيون ڪرڻ لاءِ همٿاياڻون تہ جيئن اجا بہ وڌيڪ پنهنجن کان ڪنجي اسان جي رحم ڪرم جو محتاج ٿئي. سوچيائون تہ "حال تہ ڪم ڪيڊونس پوءِ ويندو ڪيڏانهن؟ وچ ڳُڏي ڪيري تي." مير جو ڪيرو هو بلوچ سردارن جي ٻڌي ۽ فوجي طاقت سان ختم ٿي ويئي تہ پوءِ اڪيلو مير ڪٿان ٽونئر تي ٽلي سگهندو؟ وقت آيو تہ هن کي بہ ٻين ميرن وانگر گوڏڙيءَ تان ڦيرائي نيڪال ڪري ڇڏينداسين.

هاڻي هنن ٻنهي بزرگن، پير صاحب ۽ شيخ صاحب وچي شڪارپور جي پوليس سپرنٽنڊنٽ وٽ فرياد داخل ڪيو تہ: "مير علي مراد جعلسازي ڪئي آهي". پناهگير قرآن شريف جا اهي اصل پنا ڪڍي ڏيکاريا، جن تي اصل دستبرداري لکيل هئي. انگريزن هڪدم سڄي ڳاله ٿاهي انهي مقدمي جي نبيري لاءِ سکر ۾ تحقيقاتي ڪميشن قائم ڪئي. مير صاحب جوابدار ڪري ڪميشن اڳيان گهرايو ويو. اجا اهو مقدمو هليو پئي تہ خود سپرنٽنڊنٽ پوليس شڪارپور، مير تي ٻيو فرياد داخل ڪيو. جنهن ۾ فريادي هو پاڻ هو. هن چيو تہ: "مير مونکي اسي هزار رپيا رشوت آڇي آهي تہ اهو ڪيس ڪڍي ڇڏ". شاهد پير ڪوڙي مير صاحب تي شاهدي ڏيئي ويا. آخر ڪيس هلي پورا ٿيا. ڪميشن پنهنجي رپورٽ گورنر جنرل کي ڏياري موڪلي. بہ ٿي سال ماٺ ٿي ويئي. مير سمجهيو تہ بلا ٽري ويئي. پر سال 1858 ۾ اوچتو گورنر جنرل جو آرڊر اچي پهتو تہ "مير تي ڏوھ ثابت ٿيا آهن هن قرآن شريف جي بي عزتي ڪئي آهي ۽ انگريزن جو پرايو ملڪ ڦٻايو اٿس. ان ڪري ڪيس گاديءَ تان برطرف ڪيو وڃي ۽ سواءِ ننڍڙي

هوندي پٽس کان مليل ننڍڙي ذاتي جاگير جي بيو سڀ ملڪ ڪانئس کسيو ويجي."

مير کان ملڪ کسڻ لاءِ جنرل جيڪب، خان ڳڙهه (جيڪب آباد) مان سوار ۽ توبخانو وٺي شڪارپور پهتو. اتي رات رهي ٻئي ڏينهن درياهه ٽپي اچي روهڙي وٽ لٿو.

مير صاحب ان وقت پورٽيءَ ۾ شڪار پئي ڪيو ته انگريزن جي چڙهائي جي خبر پيس ته وايون بطال ٿي ويس. ڪمشنر ۽ شڪارپور جي ڪليڪٽر کي درخواستون لکي موڪليائين ته "آءٌ هميشه انگريز سرڪار بهادر جو تابعدار ۽ فرمانبردار رهيو آهيان. سندس قسمين قسمين خدمتون چاڪريون ڪيون اٿم جڏهن کان وٺي پنهنجي سڄار جان تي اوهان جي تابعداري ۽ گهٽگهرائي جو رسو ٻڌو اٿم تڏهن کان پوئتي موٽڻ جي ڪانه ڪئي اٿم. مون تي لڄ حلال هئي باقي بيو جان مال ۽ ملڪ جيڪي هئم سو انگريز سرڪار جي ملڪيت ڪري ليکي اٿم. هاڻي به جيڏانهن حڪم ڪريو اوڏانهن ٽپڙ کڻي وڃي رهان. وٽيوَ ته شڪارپور موڪليوم، وٽيوَ ته بي ڪنهن هنڌ. هيڏي چڙهائيءَ جي ضرورت ڪانهي. آءٌ فقط اشاري وهيٺو آهيان. جيڪو حڪم ٿيندو تنهن ۾ ڪوتاهي نه ڪندس. باقي هيئن مون کي بي عزتو ڪري مون تان دشمن نه کلايو!".

پر عاليشان صاحبن (انگريز آفيسرن) ڪنگهيس به ڪونه. آخر سنڌ جو ڪمشنر آگبوٽ ۾ چڙهي ڪراچي کان روهڙي پهتو جتي پٽيءَ وٽ جنرل جيڪب اڳي لٿو پيو هو. ٻئي ڏينهن شڪارپور جي ڪليڪٽر مسٽر اسٽوئرٽ نائيچن وٽ مير صاحب کي روبرو سندس برطرفيءَ جو حڪم ٻڌايو. ان کان پوءِ مير جي ملڪ ۾ ماڻهو ڊوڙائي سيني کي مير جي ڏوهن ۽ برطرفيءَ کان آگاهه ڪيو ويو. جتي جتي مير جا علمدار هئا اتان انهن کي ڪڍي انگريزن پنهنجا ماڻهو مقرر ڪيا. انگريز آفيسر مير کان ڪسيل سموري ملڪ ۾ پکڙجي ويا. ڪمشنر اُيپي ڏانهن ويو ۽ سبزل ڪوٽ وڃي منزل ڪيائين. شڪارپور جو ڪليڪٽر اسٽوئرٽ ريگستان ۽ ناري ڏانهن ويو جنرل جيڪب پٽڙي ۾ ئي رهيو. مير جو سڄو سازسامان خزانو ۽ بارود ڪانئس کسي ورتائين. مير صاحب بهادر ڪيترا ڏينهن درياهه جي ڪناري تي نائيچن وٽ پيو هو. ايتري ۾ مٿس بي مصيبت اچي ڪڙڪي. سندس سپاهه ڏنو ته مير کان ملڪ ويو. سي هڪدم ايا ٿي ويا. چي: "اسان کي رهيل پگهارون ڏي ته اسين گهر وڃون". مير ڪمشنر صاحب کي لکي موڪليو ته "مون هي فوج خاص اوهان جي خدمت چاڪريءَ لاءِ رکي هئي. انهن کي جنهن ملڪ جي پيدائش مان پگهار ڏيندو هوس سو ته توهان کسي ورتو هاڻ مهرباني ڪري مونکي ٻڌايو ته فوج جي پگهار جو ڪهڙو علاج ڪريان؟ حضور جن جون جيڪي قسمين قسمين خدمتون چاڪريون ڪيون اٿم تن جو نتيجو اهو مليو اٿم جو ملڪ سرڪار نامدار وٺي ويئي ۽ فوج منهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏي اٿوَ جي اچي منهنجي سر ۽ عزت کي لڳا آهن." انگريزن تنهن تي پنهنجي فوج چاڙهي موڪلي جنهن اچي مير جي ڪيترن سپاهين کي ماريو ۽ قيد ڪيو. ته به فساد بند نه ٿيو آخر انگريزن ڪجهه پئسا ڪڍيا. پر انهن مان به ڳچ رقم سيٺ امل راءِ ڪائي ويو ۽ سپاهين کي نالي ماتر پگهار ڏيئي گهر موڪيلو ويو. تڏهن مس مس وڃي مير تان ڪرڳل لٿو سندس سر بچيو.

چنيسر ۽ ڄام فيروز سنڌ جي تاريخ جا وڏا بي غيرت غدار ليکبا آهن. پر انهن ٻنهي کي پڇاڙيءَ جو نيٺ غيرت آئي ۽ دشمن سان مقابلو ڪيائون. مير صاحب انهن کان زور هو. هو پل جو پڪل هو. پڇاڙيءَ تائين انگريزن کي پٺ ڪانه ڏنائين ٽنگ به ڪانه چوريائين. منشي عطا محمد لکي ٿو: "عام ماڻهن ۾ اها ڳاله مشهور هئي ته مير صاحب هيڏي همت ۽ مڙسيءَ وارو آهي سو ضرور اهڙو ڪم ڪري ڏيکاريندو جو سڄي جهان جا ماڻهو ياد ڪندا...پر مير صاحب انگريزن جي حڪم کان ڪنڌ نه ڪيرايو. جيئن ٿي انگريز آفيسرن چيس تيئن ٿي ڪيائين".

وري ملڪ وٺڻ لاءِ مير صاحب مقابلي بدران پروي ڪائونسل ۾ دعوي چاڙهي ۽ وڪيلن کي خرزينون ناڻي جون ڏيئي لنڊن موڪليائين. ڪجهه وقت کان پوءِ پاڻ به کهي وڃي لنڊن پهتو پر ڳچ عرصي تائين وريس سريس ڪجهه به ڪونه.

مير صاحب کي وطن ۽ قوم سان دغا بازي ۽ نمڪ حراميءَ ڏارين جي دلاليءَ جو اهو انعام مليو. هاڻي پير صاحب ۽ شيخ صاحب جو وارو آيو. انگريزن ساڻن واعدو ڪيو ته: "وارو ڪري مير کان ملڪ کسرايو ته اوهان کي کسيل ملڪ مان چوٿون حصو جاگير ڏينداسون". انهيءَ آسري تي هنن ٺوڪي ٺوڪي شاهديون ڏنيون ۽ ڏياريون. نيٺ سالن بعد سندن من جي مراد پوري ٿي. جنهن ڏينهن مير جو ملڪ کسيو تنهن ڏينهن ٻئي بزرگ گل وانگر ٽڙي پيا ۽ هڪ ٻئي سان تاڙيون هڻڻ لڳا. ٻئي ڏينهن ٻئي جٽا چغليءَ جي چوٿين پتي وٺڻ لاءِ ڊوڙي وڃي انگريزن جي ڇانوڻيءَ ۾ پهتا. پر اتي پهچڻ شرط سندن ڍيرِ ڍرا ٿي ويا. انگريزن کين چيو ته "چغلي جي چوٿين پتي نه ملنديا اوهان جي فقط سو روپيا ماهوار پگهار منظور ٿي آهي. اها کپوَ ته وٺو کپيو ته نه وٺو" پير صاحب کي تڏي تي ئي دورو پئجي ويو. کيس ڏوليءَ ۾ ڪٽائي ڳوٺ پئي آنداءون ته واٽ تي ئي پساهه پورا ٿي ويس. باقي رهيو پناهگير. سو توَ ۾ سڌو بمبئي فرياد ڪرڻ هليو ويو. پر اتي به کُٽو جواب مليس ۽ ڪورٽن جا ڌڪا کائيندي رلي رلي مري ويو.

اهڙو هو اسانجو مير صاحب ۽ اهڙا هئا سنڌ سنگتي.

# غدار ڪير؟

## پنجاب جي قريشي خاندان جي تاريخ

**هي جي ٿُلها موٽا آهن، قوم وطن جي غدارن جا، پوٽا ۽ پڙ پوٽا آهن. (مجيدي)**

*موجوده وزيرِ خارجه شاهه محمود قريشي جنهنجو خاندان سياسي وفاداريون تبديل ڪرڻ ۾ اُيرنڊڙ سچ ڪي سلام ڪرڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هن خاندان پاڪستان ٺهڻ کان پهرين پنجاب جي پاڪستان مخالف يونينسٽ پارٽي جو ساٿ ڏنو. شاهه محمود قريشي جي ڏاڏي خان بهادر نواب شيخ مريد حسين قريشي يونينسٽ پارٽي جي ٽڪيٽ تي شجاع آباد واري سيٽ تي مسلم ليگ جي اميدوار جي مقابلي ۾ اليڪشن ۾ بينو. مخدوم سجاد حسين قريشي محترمه فاطمه جناح جي مقابلي ۾ جنرل ايوب خان ڪي صدارتي اليڪشن ڪٽرائن جي وڏي ۾ وڏي ڪوشش ڪئي. شاهه محمود قريشي جي والد مخدوم سجاد حسين قريشي ڪي جنرل ضياءُ جي پهرين مجلس شوره جو ميمبر ڪيو ويو پوءِ ڊپٽي چيئرمين سينيٽ ۽ گورنر پنجاب جي عهدي تي رهيو. شاهه محمود قريشي جي پڙ ڏاڏي خان بهادرشيخ حسن بخش قريشي جي والد يعني شاهه محمود قريشي جي تڙ ڏاڏي جنهن جو نالو شاهه محمود قريشي هو ان انگريزن لاءِ جاسوسيءَ وارو ڪردار ادا ڪيو پر پنهنجن مريدن جو هٿياربند لشڪر ناهي مجاهدينِ آزادي وارن جو خون وهائي. مغيرا جي مورقع ۾ هڪڙي موقعي تي راءِ احمد خان ڪرل جيڪو انگريزن جو سخت مخالف هو ان ڪي سجدي جي حالت ۾ قتل ڪرايو. شاهه محمود قريشيءَ جو تڙ ڏاڏو هن جنگ ۾ انگريزن سان گڏ انگريز مخالف ماڻهن سان وڙهيو. قريشي خاندان 1857ع جي جنگِ آزادي کان پهريائين ۽ پوءِ ڪهڙي طرح انگريزن جي خدمت چڪري ڪري ڪهڙي طرح انعام ۽ اقرام حاصل ڪيو. اج اسان تاريخي حقيقتن جي روشنيءَ ۾ ان بابت معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين.*



بلال غوري

قريشي خاندان جو تعلق حضرت بهاءُ الدين ذڪريا ۽ حضرت شاهه رُڪن عالم سان آهي، انهن جو چوڻ آهي ته هنن جو تعلق قريش جي هڪ شاخ بنو هاشم سان ملي ٿو. محمود غزنوي سان گڏ هنن جا آباءُ اجداد هندستان مان لڏي اچي ليه جي علائقي ۾ رهائش اختيار ڪئي. 1170ع ۾ حضرت بهاءُ الدين جو جنم ٿيو خراسان، ترڪستان، شام ۽ بين عرب ملڪن ۾ علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ هو موٽيو ته ملتان کي پنهنجو مسڪن ناهيو. ملتان ۾ 1270ع ۾ ان جو انتقال ٿيو. ان جي مزار گذريل 800 سالن کان روحانيت جي طلبگارن لاءِ موجود آهي. حضرت بهاءُ الدين ذڪريا کان پوءِ حضرت شاهه رڪن عالم جي وفات 1373ع ۾ ٿي ته فيروز خان تغلق هن جو مزار تعمير ڪرايو. ڪتاب تذڪرائي وسائل پنجاب حصو ٻيو صفحو نمبر 1194 ۾ لکيل آهي ته: ”جنهن وقت حضرت بهاءُ الدين ذڪريا جي شهرت ۽ ان جو اثر اروج تي هو ان وقت حضرت شمس تبريز پنهنجي 13 سالن جي مريد چوڪري سان گڏ ملتان اچي پهتو حضرت بهاءُ الدين ان جي اچڻ جي خبر ٻڌي هڪ کير سان پريل پيالو ان ڏانهن موڪليو جنهن جو اهو مطلب هو ته ملتان ۾ اڳي ئي گهڻا فقير آهن هتي بين فقيرن جي گنجائش ناهي. حضرت شمس تبريز ان کير واري پيالي ۾ پنهنجي طرفان هڪ گلاب جو گل رکي واپس موڪليو. ان جو مطلب هو ته هن جي لاءِ نه صرف ملتان ۾ گنجائش موجود آهي پر هن جي اچڻ سان ملتان ۾ موجود ٻين الله جي بزرگن جي شهرت به وڌي ويندي. حضرت بهاءُ الدين ذڪريا اها ڳالهه ٻڌي ڪاوڙ ۾ آيو. هن ماڻهن کي چيو ته هن ضدي فقير کي ڪير به ماني نه ڏي ۽ نه ئي وري هن جي مدد ڪري. مقامي روايات مطابق حضرت شاهه شمس تبريز کي پنهنجي ته ڪابه ڳڻتي نه هئي پر ان جو ٻالڪو مريد ٻک وگهي مري رهيو هو. حضرت جي حڪم تي جهنگ جون ڪيتريون ئي هرڻيون هن وٽ اچي ويون. حضرت شمس تبريز انهن مان هڪ هرڻي ذبح ڪري هن چوڪري کي ڏني ته هو شهر وڃي هن کي ڀُڄرائي اچي. حضرت بهاءُ الدين ذڪريا جي حڪم تي شهر ۾ هن جي ڪنهن به مدد نه ڪئي انهن انڪار ڪري ڇڏيو. حضرت شمس تبريز جي فقيري کي جوش آيو هن سج ڏانهن مُنهن ڪري چيو ته تون منهنجو نالي ڀائي آهين هي منڪر اسان کي باهه نٿا ڏين تون ويجهو اچ ته گوشت پچي سگهي. سج ويجهو آيو ۽ واپس نه ويو ان ڪري چون ٿا ته ملتان ۾ تمام گهڻي گرمي ٿئي ٿي.

مراد علي جي ڪتاب ”مورقع ملتان“ جي صفحي نمبر 268 تي لکيل آهي ته ”سِکن جي دورِ حڪومتِ ۾ ٻنهي درگاهن جون قيمتي جاگيرون ضبط تي ويون. مهاراجا رنجيت سنگهه 1818ع ۾ ملتان تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ ٻنهي

درگاهن لاءِ 3500 روپيہ جو سالانہ وظيفو مقرر ڪيو."

"ديوان ساونڻ مل انهن جي لاءِ صرف 1600 روپيہ سالانہ مقرر ڪيو. دربار جي طرفان وظيفو 2030 روپيہ سالانہ رهيو." نواب مريد حُسين قريشي جي صاحبزادي مخدوم سجاد حسين قريشي سهروردي سلسلي سان تعلق رکندا هئا. هو ٻنهي درگاهن جون 31 هون سجاده نشين هو. ان کي جنرل ضياءَ پنهنجو گورنر ڪيو.



هن جا بہ پٽ آهن هڪ مخدوم مريد حسين قريشي ٻيو شاهہ محمود قريشي. سن هينري نيپل جي ڪتاب "Chief & Families of Note in the Punjab" (Volume_1) ۾ لکيل آهي تہ: "49_1848 جي فسادن جي دوران مخدوم شاهہ محمود قريشي گورنمينٽ سان خير خواهي ظاهر ڪئي. هن سکن بابت انتهائي اهم خبرون انگريز گورنمينٽ کي ڏنيون. ان جي عيوض انگريز هنن جا وضيفا بحال رکيا. ان کان سواءِ انگريزن سان وفاداري جي انعام طور 700 روپين جي ماليت جي جاگير ۽ 1300 روپين جو وظيفو مخدوم جي حياتيءَ تائين ڏنو ويو". ملتان جي لڙائي دوران قريشي خاندان جون ٻئي درگاهون برباد ٿي ويون. ان کان پوءِ حضرت بهاءُ الدين ذڪريا ۽ شاهہ رڪن عالم جون درگاهون تعمير ڪيون ويون. ان کان ڪجهہ سالن کان پوءِ هندستان ۾ انگريزن جي خلاف بغاوت شروع ٿي وئي. شاهہ محمود قريشي اول 1857ع جي جنگِ آزادي جي وقت انگريزن جي مخبريءَ وارو ڪردار ادا ڪيو. انگريز سرڪار کي مجاهدن جي چُرپر بابت خبرون پڏائڻ کان علاوه مخدوم سجاد حسين قريشي جي ڏاڏي شاهہ محمود قريشي غلام مصطفيٰ خان خاڪواڻي جي لاءِ 20 سپاهي ۽ ڪيترائي گهوڙا ڏنا. نهر ولي محمد ملتان جيڪا پل ٺهيل هُئي اها انگريزن جي فوجي ڇانوڻيءَ لاءِ هڪ واحد رستو هو. مخدوم شاهہ محمود قريشي پنهنجي هٿياربند مريدن سان گڏ هن پُل جي حفاظت ڪئي. آزاديءَ وارن مجاهدن جي خلاف ڪرنل هيمنٽن جيڪو آپريشن ڪيو ان ۾ مخدوم شاهہ محمود قريشي پنهنجي هٿيابند مريدن سان شرڪت ڪئي. طراب الحسن سرگانہ پنهنجي ڪتاب "Punjab and the War of Independent" جي صفحي 66 تي لکي ٿو تہ "ملتان جا رئيس نہ صرف حڪومتِ برطانيہ جا وفادار رهيا پر هر ممڪن طريقي سان هڪٻئي کان وڌيڪ انگريزن سان وفاداريءَ جو ڪردار ادا ڪيو. انهن مان سڀ کان اهم ۽ قابلِ ذڪر مخدوم شاهہ محمود قريشي آهي." "ان جي مسلسل وفاداري مسلمان آباديءَ کي انگريزن جي تابع ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿي. انهن جي مريدن مان ڪير بہ انگريزن جي خلاف نہ ٿيو هن فوج ۾ پوليس جي لاءِ ماڻهو ڏنا. هن 1857ع جي جنگِ آزادي ۾ برطانيہ جي لاءِ شاندار خدمتون سرانجام ڏنيون." "هن گوڪيرا ۾ مجاهدن سان خود وڙهڻ جي لاءِ ملتان جي ڪرنل هيملٽن سان گڏ ويو انگريز ڪمشنر جي مطابق مخدوم شاهہ محمود قريشي جي ان وقت ۾ موجودگي مجاهدن تي وڏو اثر وڌو. جڏهن انهن مجاهدن ڏٺو تہ هن جي پنهنجي عقيدي سان تعلق رکندڙ سندن مرشد بہ هنن جي خلاف انگريزن سان گڏ بيٺو آهي تہ هنن جا حوصلا خطا ٿي ويا."

1857ع ۾ انگريزن جدوجهدِ آزادي کي ڪُچلي ڇڏيو تہ مخدوم سجاد حسين قريشي جي پڙ ڏاڏي شاهہ محمود قريشي اول جيڪو ٻنهي درگاهن جو سجاده نشين هو ان مجاهدن جي خون جي وڏي قيمت انگريزن کان وصول ڪئي. ان کي انگريزن جي خدمت ڪرڻ جو انعام مليو انگريزن هِن کي انعام ۾ 3000 روپيہ ڪيش رقم ڏني. درگاهن جي لاءِ 1750 روپين جي متبادل جاگير پڻ ڏني وئي. ان کان سواءِ 550 رپين جي ماليت جا 8 کوهہ بہ انعام ۾ مليا. ان کان علاوه 1860ع ۾ وائسراءِ هند جڏهن لاهور آيو تہ هن کي ان سان ملاقات جو شرف پڻ بخشيو ويو. مخدوم شاهہ محمود قريشي کي 150 روپيہ سالانہ آمدنيءَ وارو باغ پڻ عنايت ٿيو جنهن کي پونگيءَ وارو باغ چئبو آهي. ڪتاب "مورقع ملتان" ۾ لکيل آهي تہ "مخدوم شاهہ محمود قريشي 1869ع ۾ الله کي پيارو ٿي ويو ان جي جاءِ تي سندس پُٽ بهاول بخش سجاده نشين مقرر ٿيو. مخدو بهاول بخش جي نالي تي موجود نون مختلف جاين تي جاگيرون ۽ باغ جي جاگير سدائين قائم رهيون." "تعلقہ لوڌران ۽ مليسي ۾ ترينن جي حقن جو ڪجهہ حصو بہ ان جي

خاندان جي ڪي هميشہ لاءِ معاف ڪيو ويو. 1880ع ۾ دربارِ لاهور ۾ جنگِ قابل ۾ خدمتون ڏيڻ جي بدلي ۾ توهان ڪي خلت فاخره سرڪار عطا ڪئي. 1870ع ۾ توهان ڪي اعزازي مئجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو ۽ مقامي ميونسپل پارٽيءَ جي لاءِ ميمبر پڻ منتخب ڪيو ويو.”

مخدوم بهاول بخش قريشي 1896ع ۾ وفات ڪئي. ان جو هڪ پٽ مخدوم زاده محمد شاهہ قريشي ان کان اڳي انتقال ڪري ويو هو. ان جي ننڍي پاءُ يعني موجوده وزيرِ خارجہ شاهہ محمود قريشي جي پڙ ڏاڏي شيخ خان بهادر مخدوم حسين بخش قريشي کي سجاده نشين مقرر ڪيو ويو. مخدوم سجاد حسين قريشي جي پڙ ڏاڏي شيخ حسن بخش قريشي کي انگريزن طرفان خان بهادر ۽ نواب جو خطاب مليو. ان کي سب رجسٽرار ملتان پڻ مقرر ڪيو ويو. هي 13 سالن تائين ملتان ۾ ايڊيشنل ڪمشنر جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو ۽ اعزازي مئجسٽريٽ پڻ رهيو. 1921ع ۾ ان جي انتقال کان پوءِ سندس پُٽ مخدوم شيخ مريد حسين قريشي ان جو جاءِ نشين مقرر ٿيو. شاهہ محمود قريشي جي ڏاڏي شيخ مريد حسين قريشي کي انگريز سرڪار خان بهادر ۽ نواب جو خطاب ڏنو ويو. وائيسراءِ جي دربار ۾ مخدوم شيخ مريد حسين کي اهم مقام حاصل هو دربار ۾ پهرين سيٽ هن لاءِ مقرر هئي. مخدوم شاهہ محمود قريشي جي ڏاڏي خان بهادر نواب شيخ مريد حسين قريشي انگريزن جي چاڪري ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي هئي. خانبهادر شيخ مريد حسين قريشي کي سول نافرماني جي تحريڪ کي ڪاميابيءَ سان روڪڻ تي هن کي ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. 1936ع ۾ نواب شيخ مريد حسين قريشي آئيني اسيمبليءَ جو ميمبر مقرر ٿيو. ان جي خاندان جي ٻي شاخ مان خان بهادر شيخ رياض حسين قريشي ملتان ۾ نمايان مقام حاصل ڪيو هو. خان بهادر شيخ رياض حسين قريشي کي دربار ۾ تاج پوشي دوران درباري جُبي سان نوازيو ويو. جڏهن وائيسراءِ هند جو جلوس نڪتو تہ نواب بهادر شيخ رياض حسين قريشي باڊي گارڊ جي طور تي ان جلوس ۾ شريڪ ٿيو. ڪيترن ئي سالن تائين هي ڊسٽرڪٽ بورڊ ملتان جا وائيس چيئرمين رهيو.

ٻي جنگِ عظيم 100 نوجوان انگريز فوج ۾ ڀرتي ڪرائڻ تي هن کي CID جو خطاب ڏنو ويو. خان بهادر شيخ رياض حُسين قريشي جا پنج پُٽ هُئا انهن ۾ صرف 2 بچيا. انهن مان هڪ ڪيپٽن مقبول حسين قريشي 1935ع ۾ پنهنجي پيءُ سان ڪوئيٽا واري زلزلي ۾ ماريو ويو. جڏهن مخدوم ميجر عاشق حسين قريشي صوبائي دربار ۾ اعزازي ايڊيشنل ڪمشنر مقرر ٿيو. نواب زاده عاشق حسين قريشي 1936ع ۾ آئين ساز اسيمبليءَ ۾ بنا مقابلي ميمبر چونڊيو ويو. قريشي خاندان جي مسلم ليگ جي مخالف سياسي جماعت يونينسٽ پارٽي جو ڀرپور ساٿ ڏنو ميجر عاشق حسين قريشي دولتانہ خاندان جو سرگرم اتحادي رهيو. 46-1945ع جي چونڊن ۾ شاهہ محمود قريشي جي ڏاڏي خان بهادر نواب مريد حسين قريشي يونينسٽ پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي شجاع آباد ۾ مسلم ليگ جي خلاف اليڪشن لڙيو. مسلم ليگي اميدوار سيد رضا شاهہ گيلاني جي هٿان شڪست کاڌي. قيامِ پاڪستان کان پوءِ 1951ع جي چونڊن ۾ شاهہ محمود قريشي جي والد مخدوم سجاد حسين قريشي مسلم ليگي اميدوار ولايت حُسين گرديزي جي هٿان شڪست کاڌي. قريشي خاندان هوا جو رُخ ڏسي وفاداريون تبديل ڪرڻ جي فن ۾ ماهر هُئا. مخدوم سجاد حسين قريشي 1969ع ۾ ملتان جي ڪائونسل جو وائيس چيئرمين ٿي ويو. ان کان پوءِ مخدوم سجاد حسين قريشي نواب آف ڪالاباغ جي چوڻ تي ڪنوينشنل مسلم ليگ ۾ شامل ٿي ويو. ايسين تائين وفاداري تبديل نہ ڪيائين جيستائين ايوب خان جي اقتدار جو سج لهندي نظر نہ آيو. وڪيل انجم جي ڪتاب “سياست ڪي فرون” جي صفحي نمبر 193 جي مطابق “1965ع جي اليڪشن ۾ مخدوم سجاد حسين قريشي محترمہ فاطمہ جناح جي مقابلي ۾ ايوب خان کي ڪامياب ڪرائڻ لاءِ وڏو ڪم ڪيو.” سر خزر حيات ٽوانہ جي يونينسٽ پارٽيءَ جي سابقہ وزير ميجر عاشق حسين قريشي جي پٽ نواب صادق حسين قريشي جيڪو مخدوم سجاد حسين قريشي جو سئوٽ هو اهو 1965ع ۾ ڪنوينشنل مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. ان کي خانيوال مان بنان مقابلي چونڊرايو ويو. جنرل ايوب خان جي وڃڻ کان پوءِ مخدوم سجاد حسين قريشي وري واپس ڪائونسل مسلم ليگ ۾ اچي ويو. ان ۾ شموليت جي وقت هي شرط رکي تہ گيلاني خاندان کي هن جماعت ۾ شامل نہ ڪيو ويندو. جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو جي پيپلز پارٽي جو جادو اوج تي هيو. ان وقت ذوالفقار علي ڀٽو ملتان جي دوري تي آيو ان وقت ڪائونسل مسلم ليگ ۾ شامل ٿيندڙ مخدوم صادق حسين قريشي هڪ دفعو وري پارٽي تبديل ڪري ڀُٽو جو ساٿي بنجي ويو. ڀٽو جڏهن اقتدار ۾ آيو تہ مخدوم صادق حسين قريشي کي گورنر ۽ وزيرِ اعليٰ پنجاب مقرر ڪيو ويو. ان جو پٽ مخدوم رياض حسين قريشي بہ سياست ۾ متحرڪ رهيو. جنرل ضياءُ الحق جي دور ۾ مخدوم شاهہ محمود قريشي جي والد مخدوم سجاد حسين قريشي کي پهريائين مجلسِ

شوره جو ميمبر ڪيو ويو پوءِ ڊپٽي چيئرمين سينيٽ ۽ بعد ۾ گورنر پنجاب لڳايو ويو. مخدوم سجاس حسين قريشي پنهنجي وڏي پٽ موجوده وزيرِ خارجہ شاهہ محمود قريشي کي بلدياتي سياست جي ذريعي متعارف ڪرائڻ چاهيو پي، ان کي ضلعي ڪائونسل ملتان جو چيئرمين ڪرائڻ جا خواب ڏسي رهيو هو. 1983ع جي بلدياتي سياست جو هي ننڍڙو شهسوار پهرئين ڏڪ ۾ مُنهن پر ڪري پيو. شاهہ محمود قريشي جاويد هاشمي جي ڀاءُ مختيار هاشمي جي مقابلي ۾ هارائجڻ کان پوءِ چيئرمين ضلعي ڪائونسل جي ڊوڙمان ٻاهر نڪري ويو. 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جي سيٽ تہ جاويد هاشمي کٽي ويو پر صوبائي اسيمبلي ءَ جي سيٽ شاهہ محمود قريشي حاصل ڪئي. 1987ع جي بلدياتي چونڊن ۾ شاهہ محمود قريشي جو خواب پورو ٿي ويو هو ملتان ضلعي ڪائونسل جو چيئرمين ٿي ويو. شاهہ محمود قريشي ۽ سندس پيءُ سجاد حسين قريشي جنرل ضياءُ الدين جي ريفرنڊم ۾ ان جو ڀرپور ساٿ ڏنو. 1988ع جي چونڊن ۾ پيپلز پارٽي مرڪز ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي ۽ پنجاب ۾ ميان نواز شريف کي اڪثريت حاصل ٿي. پيپلز پارٽي گورنر سجاد حسيق قريشي کي چيو تہ جيڪڏهن هو نواز شريف کي حلف نہ کڻائي تہ هو گورنر جي عهدي تي رهي سگهي ٿو پر مخدوم سجاد حسين قريشي اها ڳالهہ نہ مڃي، پوءِ ان جي جاءِ تي رٽائرڊ جنرل ٽِڪا خان کي پنجاب جو گورنر مقرر ڪيو ويو. سجاد حسين قريشي جا ٻئي پٽ مخدوم شاهہ محمود قريشي ۽ مخدوم مريد حسين قريشي پنجاب اسيمبليءَ ۾ ميمبر هئا، ان جو ناني مخدوم سجاد حسنين قريشي بہ ميان چنو مان ايم پي اي هو. شاهہ محمود قريشي پنجاب ۾ نواز شريف جي وزارتِ اعليٰ جي دوران پلاننگ ۽ ڊولپمينٽ جو وزير ٿي رهيو. پوءِ وزيرِ اعليٰ غلام حيدر وائين جي ڪابينا ۾ وزيرِ خزانہ پڻ هو. شاهہ محمود قريشي نہ صرف نواز شريف جي گاڏي ڊرائيو ڪندو رهيو.



جڏهن تہ 1993ع جي سياسي بحران ۾ هن نواز شريف جو ڀرپور ساٿ ڏنو. جڏهن غلام حيدر وائين جي مخالف عدم اعتماد جي تحريڪ پيش ٿي تہ شاهہ محمود قريشي جذباتي تقرير ڪندي اسپيڪر کي جمهوريت دشمن ۽ نواز شريف کي جمهوريت جو علمبردار قرار ڏنو. ڪجهہ مهينن کان پوءِ شاهہ محمود قريشي پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿي ويو تہ نواز شريف کي جمهوريت دشمن چوڻ لڳو. جڏهن شاهہ محمود قريشي پرويز مشرف جي دور ۾ ضلعي ناظم مقرر ٿيو تہ ان پرويز مشرف جي ريفرنڊم جي حمايت ڪرڻ ۽ پرويز مشرف جو استقبال ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. جڏهن آگسٽ 2002ع ۾ ضلعي ملتان جي ناظم جي عهدي تان استعيفيٰ ڏئي اليڪشن ۾ بيٺو. 2008ع ۾ شاهہ محمود قريشي ٽيون دفعو اليڪشن ۾ چونڊجي آيو تہ وزيرِ اعظم جو هما ان جي پاسي مان گذري يوسف رضا گيلاني جي سر تي وڃي ويٺو. پوءِ هن کي وزيرِ خارجہ تي گذارو ڪرڻو پيو. ان کان پوءِ پيپلز پارٽي سان اختلاف ٿي وڃڻ جي ڪري هن وزارت ۽ پارٽي ڇڏي ڏني. 2011ع ۾ پاڪستان تحريڪِ انصاف ۾ شامل ٿيو. ان جي ننڍي ڀاءُ مخدوم مريد حسين قريشي جي مطابق شاهہ محمود قريشي چوندو هو تہ عمران خان جلد فارغ ٿي ويندو ۽ آئون وزيرِ اعظم ٿيندس پر هي خواب پورو ٿي نہ سگهيو. 2018ع ۾ پي ٽي آئي حڪومت اچڻ جي باوجود هن کي وري بہ وزيرِ خارجہ تي گذارو ڪرڻو پيو. شاهہ محمود قريشي جو متبادل منصوبو وزيرِ اعليٰ پنجاب ٿيڻ جو هو. اهو خواب بہ چڪنا چور ٿي ويو. ڇاڪاڻ تہ هڪڙي آزاد اميدوار صوبائي سيٽ تان هن کي شڪست ڏئي ڇڏي. قريشي خاندان جي چشمِ چراغ ظهور حسين قريشي پنجاب اسيمبلي جو ايم پي اي ٿي رهيو آهي. 2018ع ۾ هي خانيوال جي سيٽ تان پي ٽي آئي جي ٽڪيٽ تي ايم اين اي چونڊجي ويو. هي شاهہ محمود قريشي جو ڀاٽيجو آهي ان جو پيءُ سجاد حسنين قريشي جنهن جي شادي مخدوم سجاد حسين قريشي جي ڌيءَ سان ٿي اهو سينيٽر ۽ پنجاب اسيبمليءَ جو ميمبر رهي چُڪو آهي. ظهور حسين قريشي جنهن جي ڏاڏي جو نالو پير ظهور حسين قريشي هو اهو بہ انگريزن جي دور ۾ پنجاب جي آئين ساز اسيمبلي جو ميمبر رهيو هو. محمد معين الدين رياض قريشي جيڪو 2002ع جي اليڪشن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي صوبائي سيٽ تي چونڊجي آيو ان جو پيءُ رياض حسين قريشي بہ ايم اين اي رهيو آهي، ان جي شادي پير سجاد حسين جي ڌيءَ سان ٿي، يعني هي ظهور حسين قريشي جو سالو آهي. هي آهي قريشي خاندان جي ڪهاڻي.

# عالمي منظرنامو




**سوڊان جي حڪومت جو تختو اونڌو:** 25 آڪٽوبر تي سوڊان جي فوج جنهن جي اڳواڻي جنرل عبدالفتح البرهان ڪري رهيو آهي، هن سوڊان جي عبوري حڪومت جو تختو اونڌو ڪري سوڊان جي وزير اعظم عبدالله همدوق ۽ ان جي ڪابينا جي وزيرن کي گرفتار ڪري نامعلوم هنڌ تي قيد ڪري ڇڏيو آهي. هن حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکيون آهن. سوڊان جي آئين کي بہ معطل ڪري ڇڏيو آهي. ان واقعي کان فوراً پوءِ گادي واري شهر خرطون ۽ سڄي ملڪ ۾ عوامي مظاهرا ۽ وڳوڙ شروع ٿي ويو آهي جنهن ۾ ڪيترائي ماڻهو گرفتار ڪيا ويا آهن، 10 کان وڌيڪ ماڻهو مارجي ويا آهن. انٽرنيٽ کي بند ڪيو ويو آهي. خرطون شهر جا رستا، ايئرپورٽ، ريڊيو ۽ ٽي وي اسٽيشنن تي فوج بيهاري وئي آهي، شهر کان ٻاهر پُلون بند ڪيون ويون آهن. جمهوري حڪومت جي تختي اونڌي ٿيڻ تي دنيا جي ليڊرن ۽ انساني حقن جي تنظيمن سوڊان جي فوجي اڳواڻن جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي آهي.



اسماعيل خاصخيلي

**آمريڪا:** آمريڪا جي آفريڪي معاملن واري خصوصي ايلچي جيفري فليٽ مين چيو تہ "سوڊاني فوج جو اقتدار تي قبضو ڪرڻ ناقابلِ قبول آهي، سوڊاني ماڻهن جي آئيني ۽ جمهوري حقن تي لڱل ڌاڙو بہ ناقابلِ قبول آهي. ان عمل سان آمريڪا جي ملندڙ امداد جي بند ٿيڻ جو خطرو آهي."

**آفريڪن يونين:** آفريڪن يونين جي ڪميشن واري چيئرمين موسيٰ فڪي محمد پنهنجي بيان ۾ چيو تہ "سوڊان جي گرفتار سياسي ليڊرن کي جلد آزاد ڪيو وڃي ۽ انساني حقن جي عزت ڪئي وڃي."

**اقوامِ متحده:** اقوامِ متحده جي جنرل سيڪريٽري اينٽونيو گوتريس چيو تہ "سوڊان جي وزيرِ اعظم ۽ ٻين گرفتار ليڊرن کي فوراً آزاد ڪيو وڃي، آئون سوڊاني جنرل جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪريان ٿو جنهن جمهوري حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو آهي. اقوامِ متحده سوڊاني عوام سان گڏ آهي."

**يورپين يونين:** يورپين يونين جي خارجہ پاليسي جي چيف جوزف بوريل چيو تہ سوڊاني وزيرِ اعظم عبدالله حمدوق ۽ ان جي ڪابينا جي وزيرن کي گرفتار ڪرڻ تي اسين سخت مذمت ڪريون ٿا. فوج جو هي قدم ملڪ سان غداري آهي، سوڊاني عوام جو حق آهي تہ هو امن ۽ انصاف سان رهن ۽ معاشي ترقي ڪن."



**ايمنسٽي انٽرنيشنل:** ايمنسٽي انٽرنيشنل جي سيڪريٽري جنرل چيو تہ "سوڊان جي عوام وري رستن تي اچي پنهنجي جمهوري حقن جي حفاظت ڪري، دنيا انهن سان گڏ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهي."

**سعودي عرب:** سعودي عرب جي وزارتِ خارجہ پنهنجي بيان ۾ چيو آهي تہ "اسان کي سوڊان جي موجوده صورتحال تي سخت ڳڻتي آهي."

**جرمني:** جرمني جي وزيرِ خارجہ هيڪو ماس چيو تہ "سوڊان ۾ بغاوت جي خبر اسان جي لاءِ ڌُڪوئيندڙ آهي اقتدار جلد سول ماڻهن جي حوالي ڪيو وڃي."

**فرانس:** فرانس جي صدر ايميونل ميخران پنهنجي ٽوئيٽ ۾ چيو تہ "فرانس ان فوجي بغاوت جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪري ٿو ۽ زور ڏئي ٿو تہ سوڊان جي وزير اعظم ۽ ٻين اڳواڻن کي جلد آزاد ڪيو وڃي."

**برطانيہ:** آمريڪي معاملن جي برطانوي وزير وڪي فورڊ پنهنجي ٽوئيٽ ۾ چيو تہ "سومر واري ڏينهن سوڊان اندر ٿيندڙ

فوجي بغاوت سوڊاني عوام ۽ جمهوريت سان سڌي بغاوت آهي. جيڪا اسان کي ناقابلِ قبول آهي. سوڊني فوج جلد از جلد وزيرِ اعظم ۽ گرفتار ڪيل وزيرن کي آزاد ڪري. اُهي جيڪي پنهنجن حقن جي لاءِ احتجاج ڪندڙ ماڻهن کي روڪين ٿا انهن کان حساب ورتو ويندو.”

**چين:** چين جي وزارتِ خارجہ جي ترجمان وانگ وين ين چيو تہ “چين چاهي ٿو تہ سوڊان جون سڀئي پارٽيون ڳالهہ ٻولهہ جي ذريعي پنهنجا اختلاف وساري ملڪ جي امن ۽ استحڪام جي لاءِ گڏجي ڪم ڪن.”



**عرب ليگ:** عرب ليگ پنهنجي بيان ۾ چيو تہ “سوڊان ۾ ٿيندڙ فوجي بغاوت انتهائي افسوسناڪ آهي.”

**OIC:** اسلامي تعاون تنظيم سوڊان جي ليڊرن تي زور ڏنو آهي تہ “ملڪ جي آئين واري مسودي جو احترام ڪيو وڃي.”

***

# افغانستان ۾ طالبان جي حڪومت ۽ پاڙيسري ملڪ:

افغانستان جي اندر پشتون ماڻهن جي اڪثريت آهي. هڪ اندازي مطابق پشتون ٻولي ڳالهائيندڙ 45 سيڪڙو آهن. هي ماڻهن رياست جي سياسي ۽ سماجي مسئلن ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. خود طالباني تحريڪ ۾ بہ پشتون ماڻهن جي اڪثريت آهي. ان کان سواءِ هڪ اندازي مطابق افغانستان ۾ 30 سيڪڙو تاجڪ ٻولي ڳالهائيندڙ ماڻهو رهن ٿا. ملڪ ۾ ازبڪ ٻولي ڳالهائيندڙ 8 سيڪڙو ۽ 2 سيڪڙو ترڪمان نسل جا ماڻهن افغانستان ۾ رهندا آهن.

تاجڪستان، ازبڪستان ۽ ترڪمانستان اهي ٽئي مسلمان ملڪ افغانستان جي سرحد سان لاڳو آهن جيڪي طالبان حڪومت کي مختلف نظرن سان ڏسن ٿا. گذريل آگسٽ ۾ تاجڪستان جي صدر امام علي رحمان چيو تہ “طالبان پنهنجي حڪومت ۾ ڪنهن غير پختون کي شامل نہ ڪندا، اُهي چاهين ٿا تہ پختونن تي مشتمل اسلامي امارات قائم ڪجي جنهن ۾ پختون اهم عهدن تي هُجن. انهيءَ متيبد جي ڪري اسان طالبان جي حڪومت کي تسليم نہ ڪنداسين.” تاجڪ ماڻهو پنشير صوبي ۾ وڏي اڪثيت ۾ آهن اُهي طالبان جي لاءِ رُڪاوٽ آهن. ميڊيا جي رپورٽ مطابق ڪجهہ ڏوهاري ماڻهو افغان پناهگيرن جي روپ ۾ منشيات لڪائي تاجڪستان ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن. تاجڪ عملدارن کي خوف آهي تہ افغان دهشتگرد اسان جي ملڪ ۾ داخل نہ ٿي وڃن. ان ڪري تاجڪستان جي صدر جي حڪم تي افغانستان سان ملندڙ ڊگهي سرحد جنهن تي وڏا وڏا جبل آهن ان تي ويهہ هزار سپاهي ۽ اٺ هزار مضبوط فوجي مقرر ڪري ڇڏيا آهن.

تاجڪستان جي پاڙيسري ملڪ ازبڪستان وارن تہ 2019ع ۾ طالبان سان ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيون هيون. ازبڪ صدر شوڪات مرزيووف سمجهي رهيو هو تہ آمريڪا جلد افغانستان خالي ڪري ويندو پوءِ طالبان ملڪ تي ڪنٽرول ڪندا ان ڪري ملڪ جي قومي سلامتيءَ لاءِ طالبان سان ڳالهيون ڪرڻ ضروري هيون. آگسٽ 2021ع ۾ ازبڪستان جي صدر ڪوشش ڪئي تہ افغانستان جي اندر طالبان جي حڪومت گهڻ قومي ٿاهي وڃي. ان کان پوءِ صدر شوڪاف مرزيووف طالبان حڪومت کي چيو تہ پاڻ هڪٻئي جي اندرومي معاملن ۾ مداخلت نہ ڪنداسين. افغانستان ۽ ازبڪستان جو بارڊر تمام ٿورو آهي، ٻنهي جي وچ ۾ درياهہ آمون وهي ٿو. ازبڪستان جي ماڻهن جو معيارِ زندگي تاجڪستان کان گهڻو مٿي آهي.



ازبڪستان جي فوج ۾ 48 هزار سپاهي آهن. ازبڪستان جو پاڙيسري ملڪ ترڪمانستان آهي، جڏهن افغانستان تي طالبان جو قبضو ٿيو ان وقت ترڪمانستان طالبان لاءِ امداد موڪلي ڏني. ترڪمانستان جو جهڪاءُ طالبان لاءِ انهيءَ ڪري بہ آهي تہ

هن جي ملڪ مان گيس جي هڪ پائيپ لائين TAPI افغانستان مان گذري پاڪستان ۽ هندوستان تائين وڃڻي آهي پر ترڪمانستان اجان طالبان جي حڪومت کي قبول نہ ڪيو آهي. هي ملڪ ڪنهن بہ فوجي اتحاد جو حصو نہ رهيو آهي. هن ملڪ جا حڪمران نٿا چاهين تہ اسان جي سرزمين تي ڪنهن ٻئي ڌارئين ملڪ جا فوجي اچي رهن. هي فوج جنهن ۾ 36500 جوان آهن. مٿيان ٽئي ملڪ جنهن ۾ تاجڪستان، ابڪستان، ترڪمانستان آهن اهي مختلف حالتن ۽ سببن جي ڪري افغانستان ڏانهن سندن نقط نظر آهي. انهن سڀني جي سرحد افغانستان سان ملي ٿي، انهن پنهنجي سرحدن کي ايندڙ خطري کان بچڻ لاءِ مضبوط ڪري ڇڏيو آهي.

***

## چين ۾ هائيپر سانڪ ميزائل جو تجربو:



بين الاقوامي اخبار فائينشل ٽائيم جي هڪ مضمون مطابق "چين ايٽم بردار هائيپر سانڪ ميزائل جيڪو آواز جي رفتار کان پنج دفعہ وڌيڪ آهي ان جو گذريل آگسٽ ۾ تجربو ڪيو آهي." ان خبر سان دنيا ۾ پريشاني جي لهر اچي وئي آهي. آمريڪا جي CIA کي بہ ان جي اڳواٽ خبر نہ پئي، اها خبر ٻڌي اُهي بہ حيران ٿي ويا آهن. فائنينشل ٽائيم مطابق هي ميزائل خلا جي هيٺئين مدار ۾ پهچي پنهنجي ٽارگيٽ کي ڏڪ هڻي ٿو جنهن کي آمريڪا جو ميزائيل سسٽم ٽارگيٽ نٿو ڪري سگهي." چين جي 17 آڪٽوبر جي گلوبل ٽائيم اخبار لکيو آهي تہ "جيڪڏهن هي رپورٽ سچي هُجي تہ اُهو سمجهيو وڃي تہ چين وٽ هڪ نئون ايٽمي هٿيار اچي ويو آهي جنهن سان آمريڪا جي چين جي مٿان جنگي بالادستي گهٽجي وئي آهي. چين هاڻي هائيپر سونڪ هٿيار ناهڻ ۾ حيرت انگيز ترقي ڪئي آهي. چين ۽ آمريڪا جي وچ ۾ فوجي ٽيڪنالاجيز اندر جيڪا وٿي آهي اُها آهستي آهستي گهٽ ٿي رهي آهي. چين آمريڪا سان هٿيارن جي ڊوڙ ۾ شامل نٿو ٿيڻ چاهي. چين فوجي طاقت ۾ پنهنجن پيرن تي بيهڻ چاهي ٿو. هي آمريڪا جي فوجي بالادستي کي چيلينج نٿو ڪرڻ چاهي. آمريڪا کي ان ڳالهہ تي ڳڻتي نہ هجڻ گهرجي. چين پنهنجي فوجي طاقت کي ان ڪري وڌائي ٿو تہ جيئن تائيوان ۽ ڏکڻ چيني سمنڊ ۾ آمريڪي جارحيت کي روڪي سگهجي. چين پنهنجي ايٽمي هٿيارن جي معيار کي وڌائڻ چاهي ٿو تہ جيئن آمريڪا جي چين جي خلاف ايٽمي بليڪ ميلنگ کي ختم ڪري ڇڏجي." 18 آڪٽوبر BBC جي خبر مطابق چين سان گڏ آمريڪا، روس ۽ پنج ٻيا ملڪ بہ هائيپر سانڪ ميزائيل ٽيڪنالاجي تي ڪم ڪري رهيا آهن. گذريل مهيني اُتر ڪوريا چيو تہ هن هڪ هائيپر سانڪ ميزائيل جو تجربو ڪيو آهي. گذريل جولاءِ ۾ روس بہ اعلان ڪيو هو تہ اسان بہ سمنڊ مان اهڙي ميزائيل جو تجربو ڪيو هو.

***

## ايران شنگهائي تعاون تنظيم (SCO) جو ميمبر ٿي ويو:



دنيا ۾ گذريل سيپٽمبر 2021ع ۾ بہ وڏا اهم واقعا ٿيا آهن. جنهن ۾ 15 سيپٽمبر تي آڪس AUKUS نالي سيڪيورٽي اتحاد ٺهيو ۽ ٻيو 17 سيپٽمبر تي ايران کي شنگهائي تعاون تنظيم جو ميمبر ڪيو ويو. آڪس وارو اتحاد آمريڪا چين جي دشمني ۾ ناهيو آهي. ان اتحاد ۾ آسٽريليا، برطانيہ ۽ آمريڪا شامل آهن. آمريڪا پنهنجي نئين اتحادي آسٽريليا کي آئٽمي آبدوز ڏنا آهن. ايران شنگهائي تعاون تنظيم جي ميمبرشپ لاءِ 2008ع ۾ درخواست ڏني هئي پر ان وقت ايران تي اقوامِ متحده جي سيڪيورٽي ڪائونسل جي طرفان پابنديون لڳل هيون ان ڪري هي اتحاد جو ميمبر ٿي نٿي سگهيو. سال 2015ع ۾ ايران ايٽم بم نہ ناهڻ جي معاهدي تي صحيح ڪرڻ کان پوءِ سلامتي ڪائونسل پنهنجون پابنديون هٽائي ڇڏيون هيون، ان کان پوءِ وري ڇهن سالن تائين تاجڪستان جي اعتراض تي ايران کي ميمبرشپ نہ ملي سگهي. ايران جي هن تنظيم ۾ ميمبرشپ ملڻ جي ڪري ان لاءِ ترقيءَ جو هڪ نئون دروازو

ڪليو هي. SCO ۾ جيڪي ميمبر ملڪ آهن اُهي دنيا جي اڌ آباديءَ تي مشتمل آهن. سڄي دنيا جي GDP جو ٽيون حصو هنن ميمبرن ملڪن وٽ آهي. هن تنظيم جي ميمبر ٿيڻ سان ايران تي يورپي ملڪن جي پابندن جو دباءُ گهٽجي ويندو. ايران هاڻي آزاديءَ سان پنهنجي ڪرنسي ۾ چين جي ڪرنسي يووان ۾ لين دين ڪري سگهندو. ايران هاڻي اوپر جي ملڪن خاص ڪري چين، روس ۾ SCO جي ميمبر ملڪن سان پائيواريءَ وارا معاهده ڪري سگهندو. SCO جا ميمبر ملڪ خوداختياري ۽ خودمختياري ۾ يقين رکن ٿا. ميمبر ملڪن جا پاڻ ۾ واپاري معاهده ڪرائڻ ۾ SCO مددگار رهندي آهي. ان کان سواءِ ايران علائقي جي ٻين ريجنل اتحادن ۾ پاڳي پائيوار ٿي سگهي ٿو. جنهن ڪري ايران تي لڳل آمريڪي پابنديون ان کي متاثر نہ ڪري سگهنديون. هن ريجن ۾ يوريشن اڪنامڪ يونين جنهن ۾ 8 ملڪ شامل آهن انهن جو گڏيل GDP پنج ٽرلين ڊالر آهي. دنيا جي تاريخ ۾ پهريون دفعو هڪ وڏو اتحاد ٺهيو آهي، جنهن ۾ آسيان ASEAN جا سڀ ملڪ گڏجي چين، جاپان، آسٽريليا، ڏکڻ ڪوريا ۽ نيوزيلينڊ وارا گڏجي هڪ نئين وڏي واپاري اتحاد ۾ شامل ٿيا آهن. ان واپاري اتحاد جو نالو Regional Comprehensive Economics Partnership (RCEP) آهي. اُهو معاهدو نومبر 2020ع ۾ ٿيو. ريڪيپ ملڪن جو گڏيل GDP 26.6 ٽرلين ڊالر آهي، انهن ملڪن جي آبادي 2.3 ارب ماڻهن تي مشتمل آهي. هن اتحاد ۾ آمريڪا ۽ هندستان شامل نہ آهن. هي ملڪ پاڻ ۾ واپار ڊالر ۾ نٿا ڪن پر پنهنجن پنهنجن سڪن ۾ ڪن ٿا جنهن سان آمريڪي ڊالر کي سخت نقصان پهچي ٿو. هنن ملڪن تي آمريڪي معاشي پابندين جو ڪوبہ اثر نہ آهي.

---

تاريخي خط:

# ڪارل مارڪس جو لوڊويگ ڪوگيلمان ڏانهن خط

لنڊن، 16 اپريل 1871ع

....... ڪلهہ اسان کي ڳڻتيءَ واري خبر ملي تہ لافارگ (مارڪس جي ڌيءَ لاؤرا جو مڙس) اڄڪلهہ پيرس ۾ آهي.

جيڪڏهن توهان منهنجي ڪتاب "18 هون بروميئر" جي آخري باب کي پڙهو ان ۾ مون لکيو آهي تہ فرينچ انقلاب لاءِ بي ڪوشش اڳي وانگر نوڪر شاهي کي هڪڙي هٿ مان ٻئي هٿ ۾ ڏيڻ جي نہ پر ان کي ٽوڙي ڇڏڻ وانگر هوندي ۽ يورپ کنڊ ۾ هر حقيقي انقلاب جي لاءِ پهرين شرط آهي. اسان جا ڪامريڊ ان ڪم لاءِ پيرس ۾ ڪوشش ڪن پيا. پيرس وارن ۾ هڪڙي لوچ، هڪڙي تاريخي پيش قدمي ۽ قربانيءَ جي صلاحيت آهي. ڇهن مهينن جي بُک ۽ بدحاليءَ کان پوءِ جنهن جو سبب ٻاهرين دشمنن کان وڌيڪ اندروني غداري آهي. هو پروشيائي سنگينن جي هيٺان اهڙي طرح سان اُٿي بيٺا آهن جيئن فرانس ۽ جرمنيءَ جي وچ ۾ ڪڏهن جنگ ٿي نہ ٿي هئي، هاڻي دشمن پيرس جي دروازي تي نہ آهي! تاريخ ۾ ان جي عظمت جي مثال نٿي ملي! هاڻي جيڪڏهن ان کي شڪست اچي وڃي تہ هي انهن جي "نيڪ طبيعت" جي خطا هوندي. جيڪڏهن جنرل وينوا ۽ ان کان پوءِ پيرس جي نيشنل گارڊ جو رجعت پرست حصو پيرس مان پيچي ان وقت ۾ ئي انهن کي وارسائي تي حملو ڪري ڇڏڻو هو. انهن هن موقعي کي محظ پنهنجي ديانتداريءَ ڪري وڃائي ڇڏيو. انهن کي خانہ جنگي شروع نہ ڪرڻ گهرجي جيئن تہ بدمعاش ۽ حرامزادو ٿيئر پيرس کي اڪيلو ڪرڻ لاءِ خانہ جنگي اجان شروع نہ ڪري چُڪو هو بي غلطي اها ٿي تہ ڪميون کي سنيالڻ کان اڳي ئي مرڪزي ڪميٽي پنهنجي اختيارن مان اڳي ئي هٿ ڪيدي ڇڏيا. هي بہ حد کان وڌيڪ "باعزت" ديانتداري هُئي. بهرحال جيڪي ڪجهہ بہ هو پيرس جي موجوده بغاوت (جنهن کي پراڻي سماج وارن بگهڙن، سوئرن ۽ ذليل ڪُتن ڪُچلي ڇڏيو هجي) پيرس ۾ جون جي بغاوت کان پوءِ اسان جي پارٽيءَ جو شاندار ڪارنامو آهي. آسمان تي حملي ڪندڙ پيرس جي ماڻهن جو مقابلو انهن جرمن پروشائي مقدس رومن سلطنت جي آسمان جي غلامن سان ڪريو جن جي دڪيہ نوسي پهروين وارن فوجي بارڪن، چرچ، يونڪري ذهنيت ۽ انهن مان سڀ کان وڌيڪ تنگ نظري جي بُو اچي ٿي.

توهان مونکي هيڪس ٿامس جي ڪتاب موڪلي سگهو ٿا؟. مونکي مختلف پمفليٽ وغيره صرف جرمنيءَ مان ۽ پيٽرس بورگ مان صحيح سلامت ملي ويندا آهن. توهان جي مهرباني جو توهان مون کي مختلف اخبارون موڪليون آهن. مهرباني ڪري مونکي ٻيون اخبارون موڪليو آئون جرمني جي اخبار راخ سٽاگ جي باري ۾ ڪجهہ لکڻ چاهيان ٿو.

مارڪس جو هي خط روسي ڪتاب "مارڪس جا خط ڪوگيلمان جي نالي" ۾ 1928ع ۾ شايع ٿيو.

# عمران سرڪار جي اقتدار جا ڏينهن ڳڻجي چڪا آهن!



ادريس لغاري

دنيا جو ڪهڙو ملڪ آهي، جنهن جي قائم ٿيڻ وقت کي مسئلا يا بحران نه هئا. دنيا جا سڀئي ملڪ پنهنجي پنهنجي دور ۾ وقت ۾ وڏن ۾ عظيم بحرانن مان گذريا آهن. آمريڪا جيڪو هن وقت دنيا جو سپر پاور ملڪ آهي، ڇا اهو پهرين ڏينهن کان دنيا جو سپر پاور ملڪ بڻجي ويو؟ يا ان منزل تي پهچڻ ۾ کي ڏهاڪا ۽ صديون لڳيون؟ روس ۾ جنهن وقت لينن جي قيادت ۾ انقلاب برپا ٿيو ته ڪهڙو مسئلو نه هو جنهن کي روسي عوام تنهن وقت مُنهن نه ڏئي رهيو هو پر ڪجھ سالن جي اندر اهو ملڪ معاشي، عسڪري ۽ سفارتي ميدان ۾ دنيا جي سپر طاقت آمريڪا لاءِ هڪ وڏو چئلينج ٿي پيو. چين ۾ جنهن وقت مائوزيتُنگ انقلاب آندو، تنهن وقت چين هر قسم جي سنگين بحران ۾ ورتل هو پر اڄ صرف ستر سالن جي مختصر وقت ۾ دنيا جو ٻيو نمبر طاقتور ملڪ ٿي ويو آهي ۽ آمريڪا ان کي پنهنجي سامراجي بالادستي جي لاءِ وڏي کان وڏو خطرو سمجهي رهيو آهي. ائين ٻيا ڪيترا ملڪ آهن، جن جو هتي ذڪر ڪري سگهجي ٿو پر ڳالهه ڊگهي ٿي ويندي تنهنڪري ان کي مختصر ڪجي ٿو. بدقسمتي سان پاڪستان دنيا جي انهن ملڪن ۾ سرفهرست آهي، جيڪو پنهنجي وجود کان يعني پيدا ٿيڻ واري وقت کان وٺي هڪ گهڻ طرفي ۽ سخت بحران ۾ ورتل آهي، جيڪو هن 73 سالا پيريءَ ۾ به ان جي جان ڇڏڻ لاءِ تيار ناهي. جڏهن جڏهن به هي رياست بحران جو شڪار ٿي آهي، تڏهن ان جو سڀ کان پهريون شڪار اقتدار جي مسند تي ويٺل ڌر ٿي آهي. باقي عوام گذريل 73 سالن کان هڪڙي پاسي وقتي حڪمرانن جي دوکن ۽ دولابن ۾ اچي ۽ ٻئي پاسي رياستي پاليسين ۽ فيصلن جي نتيجي ۾ جيترو پوڳيو ۽ تباهه ٿيو آهي، تنهن جو مثال دنيا جي تاريخ ۾ گهٽ ملي ٿو. هن وقت به جڏهن رياست پاڪستان هڪ سخت قسم جي سياسي، معاشي ۽ سفارتي بحران ۾ ورتل آهي ته هڪ دفعو ٻيهر حڪومت ۽ رياست جي اهم اداري جنهن کي اسان عام ٻوليءَ ۾ اسٽيبلشمينٽ چوندا آهيون، تنهن ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا آهن. جيڪي هر لحاظ کان هڪ فطري اختلاف آهن، جنهن سان هن ملڪ جي پوري تاريخ ڀري پئي آهي. ماضي کي ڇڏي ڪري اچو ته موجوده اختلافن جو جائزو وٺون ۽ ان ۾ به خاص طور تي ان ڳالهه کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسين ته موجوده حڪومت کي ڪهڙي قسم جا مسئلا درپيش آهن؟ ڇا اها ان گهڻ طرفي بحران مان ڪاميابي سان نڪري ايندي؟ يا ماضي جي حڪومتن جيان موجوده حڪومت به ان بحران کي پاڻ سان گڏ کڻي گهر پيڙوتي ويندي.

18 آگسٽ 2018ع کان وٺي 6 آڪٽوبر 2021ع تائين اسٽيبلشمينٽ ۽ وزيراعظم عمران خان جي حڪومت ۾ هر سطح تي تعلقات سٺا رهيا، اها ٻي ڳالهه آهي ته ان عرصي دوران محسوس نه ٿيندڙ انداز ۾ انهن ٻنهي جي وچ ۾ جزوي معاملن ۽ مسئلن تي وقتي طور کي اختلاف رهيا، پر مجموعي طور تي انهن ٻنهي جا تعلقات بهتر رهيا، جنهن جو اظهار وزيراعظم عمران خان ۽ سندس ڪابينا جا ميمبر بار بار پريس ڪانفرنسز يا عوامي جلسن ۽ ميٽينگن ۾ ڪندا رهندا هئا. پر هاڻ انهن وچ ۾ تعلقات جي تازي صورتحال اها آهي جو شيخ رشيد جيڪو "پنڊي بواءِ" طور مشهور آهي ۽ هن حڪومت ۾ وفاقي گهرو وزير آهي، اهو به چوي ٿو ته ڊي جي آءِ ايس آءِ جي مقرري جي معاملن جي مون کي خبر ناهي، نه صرف اهو پر شيخ صاحب هن وقت اهڙي قسمن جي سوالن تي صفا چڙيو چڙيو ٿو وڃي. هاڻي اهو سوال آهي ته



ڇا حڪومت ۽ اسٽيبلشمينٽ وچ ۾ تعلقات جلد بهتر ٿي ويندا؟ جيڪڏهن اسان انهيءَ سوال کي پاڪستان جي تاريخ جي روشني ۾ ڏسنداسين ته انهيءَ جو جواب نه ۾ ئي ملندو. ڇو ته جڏهن به حڪومت جا اسٽيبلشمينٽ سان تعلقات خراب ٿيا آهن، نتيجي ۾ نقصان حڪومت کي برداشت ڪرڻو پيو آهي. ذوالفقار علي ڀٽو صاحب جي به حڪومت جا جڏهن اسٽيبلشمينٽ ۽ آمريڪا سان تعلقات خراب ٿيا ته 9 مهينن جي اندر سندس حڪومت گهر پيڙو ٿي وئي هئي. بينظير ڀٽو صاحبه جي پهرين حڪومت جا به جڏهن اسٽيبلشمينٽ سان معاملا بگڙجي ويا ته اها 5 مهينن جي اندر گهر پيڙو ٿي وئي،



جڏهن ته حڪومت کي قائم ٿئي اڃا 14 مهينا به مس ٿيا هئا. بينظير صاحبه جو ٻيو حڪومتي دور به 3 سالن کان وڌيڪ نه هلي سگهيو. ائين نواز شريف سان ٽي دفعا ٿيو ۽ هن کي اسٽيبلشمينٽ سان جهيڙي ڪرڻ جي نتيجي ۾ گهر ويهڻو پئجي ويو. ها ان وچ ۾ صرف آصف زرداري جو هڪڙو اهڙو حڪومتي دور آهي، جنهن ۾ 2009ع ۾ چيف جسٽس افتخار چوڌري جي بحالي تي اسٽيبلشمينٽ ۽ هن ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا، پر پوءِ آصف زرداري صدر هوندي ان سڄي معاملي کي سنڀالي ويو ۽ پنهنجي حڪومت جا پنج سالا پورا ڪيائين. وزيراعظم عمران خان ۽ اسٽيبلشمينٽ ۾ جنهن وقت تعلقات خراب ٿيا آهن، اتفاق سان ان وقت ملڪ جي معاشي حالت اڳي کان به بدتر آهي ۽ سخت ڪوششون وٺڻ جي باوجود به ان ۾ ڪا زري جي بهتري نه اچي سگهي آهي. وري ٻئي پاسي عمران خان جنهن قسم جي سخت احتساب جو نعرو هنيو هو، حڪومت کي ٽي سال گذرڻ باوجود به ان ڏس ۾ ڪا خاص ۽ قابل ذڪر ڪاميابي نه ملي سگهي آهي. هاڻي پيپلز پارٽي، نواز ليگ يا ڪنهن ٻئي مخالف ڌر تي جيڪڏهن ڪو نئون

ڪيس داخل ٿئي ٿو يا اهڙي قسم جي ڪنهن ڪرپشن جو ذڪر اچي ٿو ته عام ماڻهو به چوي ٿو ته اها وري ڪا نئين راند هوندي، يعني هاڻي عوام جي اڪثريت به سمجهي ٿي ته هن ملڪ ۾ ڪرپشن کي ختم ڪرڻ جو نعرو معنيٰ بليڪ ميلنگ. ماضي جي حڪومتن ۾ سوين خرابيون پنهنجي جڳهه تي پر ڪرپشن خلاف هلندڙ بيانئي ۽ ڪيسن کي عام تاثر جي حدتائين سهي پر حقيقي سمجهيو ويندو هو. پر موجوده حڪومت پنهنجي عملن سان ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته ڪرپشن خلاف ڪا وٺ پڪڙ نه پئي ٿئي، صرف بليڪ ميلنگ جي هڪ راند ٿي رهي آهي. ڀلا جيڪڏهن

عمران خان ڪرپشن کي ختم ڪرڻ جي لاءِ صفا سنجيده هجي ها ته هن جي پنهنجي حڪومتي دور ۾ "کنڊ اسڪينڊل" ۽ "ڪڻڪ جي اسمگلنگ" ۾ ٿيل اربين رپين جي ڪرپشن ڪندڙن کي ڪا نالي ماتر ئي سهي ڪا سزا ڏياري سگهي ها يا انهن کان اهي ڪرپشن جا اربين رپيا واپس وٺي ڏيکاري ها. تنهنڪري مجموعي طور تي حڪومت جي پنهنجي ڪارڪردگي، ملڪ جي معاشي حالت ۽ هاڻي اسٽيبلشمينٽ ۽ حڪومت جي وچ ۾ پيدا ٿيل اختلاف ڪنهن به طرح حڪومت جي لاءِ فائدي وارا ناهن. پاڪستان جي پوري تاريخ شاهد آهي ته جڏهن به ڪا حڪومت ان قسم جي گهڻ طرفي بحران جو شڪار ٿي آهي، تڏهن ان جو منطقي نتيجو اقتدار مان معزولي ئي ثابت ٿيو آهي. ٻيو جيستائين هي رياست پنهنجي بنيادي ڍانچي ۾ تبديلي نٿي آڻي ۽ پاڪستان ۾ شامل تاريخي قومن کي مڪمل خودمختيار نٿي ڏئي تيستائين هڪ اڻ کٽ بحرانن جو سلسلو هلندو رهندو.

idreeslaghari84@gmail.com

# ڪي ڏينهن هئا، جي نينهن هئا



الهبچايو جمالي

چا تہ اهي ڏينهن ۽ نينهن هئا. ان 1970ع واري ڏهاڪي جا، جڏهن سنڌي عوامي تحريڪ جو بنياد پيو ۽ سنڌ ۾ ان جي تنظيم سازي جو ڪم شروع ٿيو ۽ ڪارڪن ڪيئن پيدا ٿيا؟ انهن جي تنظرياتي تربيت ڪيئن ٿيندي هئي. اهي ڪارڪن پاڻ تربيت حاصل ڪري استاد بڻجي ٻين ڪارڪنن جي تربيت ڪيئن ڪندا هئا؟ اسٽڊي سرڪل ۽ ڪلاس ڪٿي ٿيندا هئا؟ ان وقت سنڌ جون سياسي سماجي حالتون ڪهڙيون هيون؟ سنڌي عوام ۾ پتي صاحب جو ڪيڏو سحر هو. سنڌي عوامي تحريڪ جي ان قومي طبقاتي انقلاب آڻڻ واري نظريي جي پرچار ڪرڻ ۽ تنظيم سازي ڪرڻ لاءِ ڪهڙيون سخت رڪاوٽون هيون؟ ان وقت سنڌ ۾ ترقي پسند تنظيمون ڪهڙيون هيون ۽ عالمي سامراج آمريڪا جي پيچ لتڪائو فوجي آمرن جي اتحادي انتهائي منظم رجعت پسند تنظيم جماعت اسلامي جو سنڌ ۾ ڪردار ڪهڙو هو؟ جنهن عالمي سامراج ۽ آمريت نواز مذهبي تنظيم جماعت اسلامي جو هڪ ويڙهاڪ هٿيار بند دهشتگرد شاگرد ونگ اسلامي جمعيت الطلباءَ جا سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ ڪهڙا ڪرتوت هئا. جماعت اسلامي سنڌ ۾ ترقي پسند ادب ترقي پسند قومي شاعرن اديبن سياسي اڳواڻن ۽ تنظيمن خلاف ڪهڙي پنڊبي باري، ترقي پسند اڳوڻن خلاف ڪميونسٽ ۽ دهريت جون فتوائون جاري ڪري، ڪهڙي ويڙهہ ڪيئن ڪئي ان وقت جماعت اسلامي جي اردو اخبار روزانہ جسارت وغيره جهڙين اخبارن ۽ رسالن ڪان سواءِ سنڌ ۾ ترقي پسند اڳواڻن تنظيمن ۽ سنڌ ترقي پسند ادب جو دوبدو مقابلو ڪرڻ لاءِ سنڌي ٻولي ۾ پنهنجا رسالا اخبارون ۽ ڊائجسٽ جاري ڪيا، جن ۾ ترقي پسندن خلاف هر طرح جون فتوائون جاري ڪري سنڌ دشمن زهريلو مواد لکڻ ۽ شايع ڪرڻ لاءِ سنڌ مان ڪيترائي ڀاڙيتو رجعت پسند ليکڪ صحافي هٿ ڪيا. پوءِ ترقي پسندن ۽ رجعت پسندن ۾ تاريخي مقابلو ٿيو. جنهن ويڙهہ ۾ نيٺ آخر سوڀ ترقي پسندن جي ٿي ۽ رجعت پسند ان زماني ۾ شرمناڪ شڪست کائي خوار ۽ خراب ٿيا. رجعت پسندن سان ان تاريخي ويڙهہ جي سرواٽي سنڌي عوامي تحريڪ، عوامي تحريڪ جي باني استاد محترم سائين رسول بخش پليجي ڪئي، سنڌي عوامي تحريڪ جي قومي طبقاتي انقلاب واري نظريي جو پرچار ڪرڻ ۽ رجعت پسندن ڪي منهن توڙ جواب ڏيڻ لاءِ پليجي صاحب، سنڌ جي دل حيدرآباد مان ماهوار تحريڪ رسالو جاري ڪيو ۽ تحريڪ رسالي جا ستر واري ڏهاڪي جا پرچا پڙهي ڏسو. تحريڪ جا ايڊيٽوريل ڏسو مضمون ڏسو وري شاعري پڙهو ان ۾ ڪوبہ وڌاءُ ناهي تہ ان وقت تحريڪ رسالي ڪان سواءِ ٻيو ڪو سنڌي رسالو ان قسم جو تمام سخت مزاحمتي مواد شايع ڪرڻ جي همت ڪري سگهيو هجي. ٻيو طارق اشرف جو سهڻي ڊائجسٽ هو جيڪو پڻ پليجي صاحب ۽ سنڌي عوامي تحريڪ خلاف زهريلي مواد سان ڀريل هوندو هو. تحريڪ رسالي جا ايڊيٽوريل ۽ مضمون وري ڪتابن ۾ شايع ٿيندا هئا. صبح ٿيندو، ڏراڻن جا ڏڪ ڳالهيون ڳنوارن جون، ويتنامي ڪهاڻيون، وغيره جهڙن ڳاڙهن ڪتابن جو مواد ڀهرين تحريڪ رسالي ۾ شآيع ٿيو. تحريڪ رسالي جو ايڏو گهڻ طرفي ويڙهہ وارو سياسي ادبي مواد ٻئي ڪنهن پرنٽنگ پريس مان ڇپائڻ تمام مشڪل هو ان لاءِ پرنٽنگ پريس جي سخت ضرورت هئي ان ڏس ۾ سردار پرنٽنگ پريس جو ڪردار ناقابل فراموش ۽ تاريخي آهي، اها پريس خريد ڪرڻ بعد ۾ تحريڪ رسالو ۽ عوامي تحريڪ جا ڳاڙها ڪتاب پمفليٽ ۽ وال پوسٽر ڇاپڻ ڪا معمولي ڳالهہ نہ هئي، نہ پليجي صاحب وٽ ڪي ڏوڪڙ هئا ۽ نہ پارٽي وٽ سردار پريس عوامي تحريڪ جي ڪاهوڙي اڳواڻ مرحوم سردار محمد خان مگسي جي نالي سان هئي، ان پريس جا ڏوڪڙ هٿ ڪرڻ ۾ شهيد عوام فاضل راهو ۽ سردار محمد خان مگسي جو اهم ڪردار هو. تحريڪ رسالو ۽ ڪتاب ڇاپڻ ۽ عوامي ڪتاب گهر جا ڪتاب، پارٽي جي ڪارڪنن هٿان وڏي تعداد ۾ وڪرو ڪرڻ پريس ڪي تمام ڏکين حالتن ۾ سنڀالڻ ۾ بنيادي تاريخي ڪردار مرحوم پناهہ جگر سنڌي، سائين بزرگ علي محمد پرويز ۽ مرحوم ڪامريڊ سلام ميمڻ جو هو جن جي ناقابل فراموش محنت ۽ جاکوڙ ڪي مون اکين سان ڏٺو اهي ٽيئي مٽيادار مانجهي مڙس جڻ تہ رڪ جا ٺهيل هئا. سنڌي عوامي تحريڪ جي جاکوڙ جدوجهد ۽ گهڻ طرفي ويڙهہ ۾ هي بہ ٽي ڳالهيون ڌيان طلب ۽ نوٽ ڪرڻ جهڙيون آهن. پتي صاحب جي پيپلز پارٽي تي گبر وڏيرا جاگيردار

پوٽار مير ۽ پير قابض ٿي چڪا هئا. سنڌ جي جاگيردارن جو لٽ سردار غلام مصطفيٰ جتوئي، سنڌ جو وڏو وزير ٿي ويو. سنڌ جا ماڻهو اڃا تائين ڀٽي صاحب جي سحر ۾ گرفتار هئا. ڀٽي صاحب جي ٻئي دور حڪومت ۾ 75_1974ع ڌاري جڏهن غلام مصطفيٰ جتوئي سنڌ جو وڏو وزيرو هو. سنڌي رسالن ۽ ڪتابن تي پابندي لڳائي ويئي، جنهن ۾ ماهوار تحريڪ رسالو، طارق اشرف جو سهڻي ڊائجسٽ، محمد عثمان ڏيپلائي جو ٽنڊي محمد خان جي سرهندي پيرن جي ڪيل ڪرتوتن تي لکيل ڪتاب شيخ المشاعخ، ڏيپلائي صاحب جو رسالو ساڃيهه ڊائجسٽ، انسان اخبار، امرجليل جي لکيل ڪهاڻي سرد لاش جو سفر سميت ڪيترن ئي سنڌي رسالن ڪتابن جنهن ۾ سنڌ حڪومت جو سرڪاري عورتن جو رسالو سوجهرو پڻ شامل هو انهن سڀني تي پابندي لڳائي ڪيس داخل ڪيا ويا. ۽ ماهوار سهڻي جي ايڊيٽر طارق اشرف ۽ سنڌ اسي ورهين جي جهور پيرسن بزرگ اديب ناول نگار ۽ برک ڪاهوڙي ارڏي صحافي محمد عثمان ڏيپلائي کي گرفتار ڪري جيلن ۾ واڙيو ويو. شايد پليجو صاحب به گرفتار ٿيو مون کي ان جي پوري تصديق ناهي، البت پليجو صاحب پنهنجي سخت مخالف طارق اشرف ۽ محمد عثمان ڏيپلائي تي داخل ڪيل ڪيسن جي پيروي ڪئي ۽ طارق اشرف جي جيل ۾ وڃڻ بعد ان جي والد ۽ خاندان جي جهڙي طرح سان پرگهور لڌي ان جو احوال، خود طارق اشرف پنهنجي جيل ڊائري واري مشهور ڪتاب ”22 مهينا جيل ۾“ لکيو آهي نئين ٽهي کي اهو تاريخي ڪتاب ضرور پڙهڻ گهرجي. طارق اشرف جيل دوران هڪ ٻيو ڪتاب لکيو هو جنهن جو هن وقت نالو ياد ناهي ان ڪتاب ۾ پڻ هن پليجي صاحب جي ساراهه جا ڏڪ ڀريا آهن. ان ڏس ۾ اها ڳالهه ڪيڏي نه حيرتناڪ آهي ته ڀٽي صاحب جي ان دور حڪومت ۾ ان وقت سنڌي ٻولي جي ڪيترن ئي ترقي پسند مزاحمتي رسالن ڪتابن ۽ اخبارن تي پابندي لڳائي انهن تي ملڪ دشمن مواد شايع ڪرڻ جا ڪوڙا سنگين الزام هڻي ڪارن قانونن هيٺ ڪيس داخل ڪيا ويا. ترقي پسند اديبن شاعرن صحافين ۽ سياسي اڳواڻن کي گرفتار ڪري جيلن ۾ واڙيو ويو ۽ سنڌ دشمن جماعت اسلامي جي ڪنهن هڪ رسالي اخبار ۽ ڪتاب تي پابندي نه لڳائي ويئي، ۽ نه ئي جماعت اسلامي جي ڪنهن ليکڪ صحافي ۽ اڳواڻ کي گرفتار ڪري جيل ۾ بند ڪيو ويو. عوامي تحريڪ، پليجو صاحب ۽ ماهوار تحريڪ رسالي خلاف ان وقت جيئي سنڌ سان تعلق رکندڙ قومپرست تنظيمن ۽ نقلي ترقي پسند ڪميونسٽ پارٽي جي مختلف محاذن خاص طور تي ڀنڊي ٻاري، سخت مخالفت ۽ سچي سنڌ ۾ زهريلو پرچار ڪيو ان ڪري عوامي تحريڪ جي اڳواڻن ڪارڪنن کي پنهنجي نظريي جي پرچار ڪرڻ ۽ تنظيم سازي ڪرڻ ۾ بنهه سخت مشڪلاتون پيش آيون. عوامي تحريڪ جي ڪارڪنن کي هڪ ئي وقت ٽن چئن سخت ڪٽر مخالف محاذن تي ويڙهه ڪرڻي پوندي هئي.

ايڏن سخت مشڪلاتن جي باوجود ان وقت جي عوامي تحريڪ جي سرفروش ڪاهوڙي ڪارڪنن ڏکن تڪليفن جي پرواهه نه ڪندي انقلابي نظريي سان هٿيارن بند ٿي وڏو رڪارڊ تاريخي ڪم ڪيو ڪارڪن اڄ ٻک جي پرواهه نه ڪندي، سنڌ جي ننڍين وڏن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ڪاهي پيا. ان وقت نه ايترا پڪا روڊ هئا ۽ نه ڪي گاڏيون هيون. ڪارڪنن کي پارٽي جو ڪم ڪرڻ لاءِ پيادل سفر ڪرڻا پوندا هئا. عوامي تحريڪ جا مختلف محاذ قائم ڪيا ويا. پهرين سنڌي هاري تحريڪ وجود ۾ آئي بعد ۾ 1976ع ۾ بدين ضلعي جي تاريخي ڳوٺ پيرولاشاري لڳ باغ علي ٽالپور ۾ SST جو بنياد پيو. جنهن بعد سجاڳ بار تحريڪ سنڌياڻي تحريڪ سنڌي مزدور تحريڪ ۽ ٻيون تنظيمون وجود ۾ آيون. ان سٺر واري ڏهاڪي ۾ اوچتو ڀٽي صاحب جي نور نظر چيف آف آرمي اسٽاف جنرل ضياءُ الحق جنهن جا هٿ سوين مظلوم فلسطينين جي رت سان رڱيل هئا، ان خوني درندي کي ڀٽي صاحب پهرين ترقي ڏيئي ميجر جنرل بڻايو بعد ۾ ليفٽيننٽ جنرل ڪيو. آخر ۾ ڀٽي صاحب تاريخي غلطي ڪري پنهنجي پير ۾ پاڻ ڪهاڙو هڻي ان ڪاري واسينگ نانگ کي ڪير پياري فوج جي ٻين ڪيترن ئي سينيئر جنرلن کي پوئتي ڌڪي جنرل ضياءُ الحق کي فوج جو چيف آف آرمي اسٽاف بڻايو جنهن 05 جولاءِ 1977ع تي رات جي اونداهي ۾ ڀٽي صاحب جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ملڪ تي مارشلا هڻي ڀٽي صاحب سميت ڀٽي خلاف پي اين اي جي تحريڪ هلائيندڙ ڪيترن ئي سياسي اڳواڻن کي گرفتار ڪري جيلن ۾ واڙيو ويو انهن گرفتار ٿيل مختلف پارٽين جي سياسي اڳواڻن ۾ عوامي تحريڪ جو صدر شهيد عوام فاضل راهو پڻ شامل هو. فوجي آمر جنرل ضياءُ الحق ڀٽي صاحب کي نيٺ آخر 04 اپريل 1979ع تي نواب محمد احمد خان قصوري جي قتل جي هڪ جڙتو ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاهي تي لٽڪائي ڇڏيو....!! چون ٿا ته ڀٽي صاحب اردن جي ان وقت جي بادشاهه شاهه حسين جي خاص فرمائش تي جنرل ضياءُ الحق کي ترقي ڏيئي چيف آف آرمي اسٽاف بڻايو هو. ياد رهي ته سٺ واري ڏهاڪي ۾ جڏهن ضياءُ الحق هڪ برگيڊيئر هو ان وقت

فوجي آمر جنرل ايوب خان شاهہ حسين جي چوڻ تي اردن ۾ واقع مظلوم فلسطينين جي پناهہ گير ڪئمپن ۾ قتل عام ڪرائڻ لاءِ پاڪستاني زميني فوج جي هڪ برگيڊ ضياءُ الحق جي ڪمانڊ ۾ موڪلي هئي. ۽ سفاڪ فوجي آمر ضياءُ الحق اردن ۾ معصوم ٻارن عورتن سميت سوين مظلوم فلسطيني پناهہ گيرن جو قتل عام ڪيو هو ۽ فلسطينين جي دشمن ظالم عرب بادشاهہ شاهہ حسين ضياءُ الحق جو اهو ٿورو لاهڻ لاءِ پنهنجي ذاتي دوست وزير اعظم ذوالفقار علي ڀٽي کي سفارش ڪري برگيڊيئر ضياءُ الحق کي ترقي ڏيئاري چيف آف آرمي اسٽاف بڻايو مارشل لا لڳڻ بعد ملڪ ۾ جيڪي حالتون ٿيون ان جي انهن ماڻهن کي وڌيڪ خبر هوندي جن اهو زمانو پنهنجي اکين سان ڏٺو هوندو. باقي ٻين فقط خبرون ٻڌيون ۽ ڪتابن ۾ پڙهيون هونديون، پيو سنڌي هو ۽ سنڌي ان سان بي پناهہ پيار ڪنا هئا. ان ڪري فوجي آمر جنرل ضياءُ الحق جي مارشل لا جو سڌو نشانو سنڌي بڻيا. سنڌ تي قهر نازل ڪيو ويو. زبانن تي تالا لڳايا ويا، ڪوبہ ماڻهو ٻڙڪ ٻاهر ڪڍي نٿي سگهيو. پنج ماڻهو ڪٿي بہ گڏ ٿي ويهي يا هلي نٿي سگهيا. اخبارن تي سخت سينسرشپ لڳائي وئي، ڪيترائي سنڌي اردو رسالا ۽ اخبارون بند ڪيون ويون، پيپلز پارٽي جي ترجمان اخبار روزانہ مساوات کي بند ڪيو ويو، روزانہ هلال پاڪستان تي حڪومت قبضو ڪري ورتو پي ٽي وي ۽ ريڊيو پاڪستان کان سواءِ اليڪٽرانڪ ميڊيا جو ٻيو ڪوبہ ذريعو نہ هو هن ملڪ جا ڪروڙين ماڻهو ملڪ جي حالتن جون درست خبرون رات جو بي بي سي ريڊيي تي ٻڌندا هئا. ٻيو مڙوئي خير ٿيو. مارشل لا جي دهشت سبب سڄي ملڪ ۾ موت جهيڙي خاموشي هئي، نہ فقط سياسي سرگرمين تي بندش هجي پر ادبي ۽ ثقافتي پروگرام پڻ ٿيڻ بند ٿي ويا. اهڙي حالت ۾ عوامي تحريڪ جي فڪر ۽ نظريي جو پرچار ڪرڻ تنظيم سازي ڪرڻ وڌيڪ ڏکيو ٿي ويو اهڙي ڪاري دور ۾ سياسي سرگرميون جاري رکڻ موت کي دعوت ڏيڻ جي برابر هو. پر عوامي تحريڪ جا جاکوڙي کاهوڙي اڳواڻ ۽ ڪارڪن ورچي نہ ويٺا. استاد رسول بخش پليجو ۽ شهيد عوام فاضل راهو جي اڳواڻي ۾ عوامي تحريڪ جي ڪارڪنن مارشل لا جي ان ڏهڪاءُ واري ڪاري دور ۾ سنڌي عوام ۽ پارٽي لاءِ جيڪو تاريخي ڪم ڪيو ان جو سنڌ جي تاريخ ۾ مثال نٿو ملي. عوامي تحريڪ اهڙين حالتن ۾ سياسي سرگرميون جاري رکڻ لاءِ نوان انقلابي حيرتناڪ گُر ۽ طريقا ايجاد ۽ متعارف ڪرايا. تنظيم سازي جو عمل ڳجهو ڪيو ويو. عوامي انقلابي لوڪ موسيقي ۽ راڳ رنگ نواز طور طريقا تخليق ڪيا ويا. ڪنهن راڳي ڳائڻي جو محتاج ٿيڻ جي بجاءِ عوامي تحريڪ جا ڪارڪن سنڌي شاگرد تحريڪ سنڌياڻي تحريڪ سجاڳ ٻار تحريڪ سميت انقلابي پارٽي جي سيني محاذن جا ڪارڪن خود راڳي بڻجي ويا. فطرت جي عظيم لافاني انقلابي شاعر لطيف سائين جي عالمي فڪر کي عام ڪرڻ لاءِ بي مثال تاريخي ڪم ڪيو ويو عوامي تحريڪ جي هر هڪ ڪارڪن کي شاهہ جو رسالو پڙهڻ ۽ لطيف سائين جا وڏ ۾ وڏ بيت ياد ڪرڻ لازمي بڻايو ويو. ڪامريڊ مائوزيتنگ جي فڪر کي عام ڪيو ويو اڻ پڙهيل ڪارڪنن کي پٽي ۽ ٻاراڻي ڪتاب کان وٺي اڳتي پڙهائڻ شروع ڪيو ويو سنڌ جي مهان عوامي انقلابي شاعرن شيخ اياز، سرويچ سجاولي، ابراهيم منشي، محمد خان مجيدي، عبدالمبين پنائي جي مزاحمتي شاعري کي پڻ خاص طور تي عام ڪيو ويو عوامي تحريڪ جا ڪيترائي مير بليدي جهڙا ڪارڪن انهن عوامي شاعرن جي شاعري جا ياد حافظ ٿي ويا. شاهہ لطيف جا ڏينهن وڏي پيمانې تي سڄي سنڌ ۾ ملهايا ويا، جن تي پڻ ڪيس داخل ڪيا ويا. ڪارڪن ۽ اڳواڻ گرفتار ٿيندا هئا، عوامي تحريڪ جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جي شادي جي ڪاڄن کي پڻ انقلابي بنايو ويو. سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ پڻ نواڻ آندي وئي.

**********************************

## فڪرِ پليجو:

**هڪ سمجهو ۽ باشعور انقلابي مذدور ۽ مارو ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي اختيار ڪرڻ سان چڻ ڪنهن اسم اعظم جي قيڻي سان اسين ڪُتن جي گير کان ڀڄندڙ ڊنل، هراسيل ۽ هوش خطا ٿيل ۽ ڏڪندڙ سهي مان قري شينهن جا ٻچا ٿي پونداسين. ان رهڻي ڪهڻي ۾ ڪو اهڙو عجيب اسراس سمايل ٿئي ٿو جو ماڻهو جي ڪايا پلٽيو وڃي.**

**(وڳ ڪيئن وسرياءِ)**

# سنڌ جي وسيلن تي ڌاڙا

## پاڪستان ٺهڻ کان وٺي ون يونٽ تائين سنڌ جي زمينن ۽ نوڪرين تي لڳندڙ ڌاڙا



لال جروار

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ سنڌ جي زمينن، نوڪرين، شهرن جائيدادن، قدرتي ۽ معدني وسيلن تي جيڪي زبردستي ڌاڙا هنيا ويا انهن تي وڏيڪ تحقيق ڪري انگ اکر گڏ ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي. ڪاپي ڏر جي ترقي پسند سياستدان ۽ دانشور پروفيسر عزيزالدين تحقيق ڪري انتهائي اهم ڪتاب "کیا ہم اکٹھے رہ سکتے ہیں" لکيو هو. جنهن هن سنڌ سان ٿيندڙ زيادتين جو ذڪر ڪيو آهي. پروفيسر اعجاز احمد قريشي ون يونٽ ۽ سنڌ ڪتاب لکي ان ۾ زمينن، نوڪرين ۽ سنڌ جي وسيلن تي ون يونٽ دوران ڪيل قبضن جا انگ اکر ڏنا آهن. اهي انگ اکر به گهڻي ڀاڱي پروفيسر عزيزالدين احمد جي ڪتاب تان ورتا ويا آهن.

پاڪستان جي سابق بيوروڪريٽ روئيداد خان پنهنجي ڪتاب "پاڪستان انقلاب ڪي دهاني پر" ۾ لکيو آهي ته "1960 جي وچ ڌاري مون کي پشاور مان بدلي ڪري حيدرآباد موڪليو ويو. منهنجو نئون عهدو غلام محمد بئراج جي پروجيڪٽ ڊائريڪٽر جو هو. مون کي اهو ڪم سونپيو ويو ته غلام محمد بئراج جي 25 لک ايڪڙ سرڪاري زمين جيڪا آباد ٿي سگهي ٿي اها اهڙن ماڻهن کي الاٽ ڪريان جيڪي ان کي آباد ڪن ۽ ان لاءِ بنيادي ضرورتن جو پڻ بندوبست ڪريان. آئون اتي ٽي سال رهيس (1960 کان 1963) انهن ٽن سالن ۾ ان علائقي جي ڪايا پلٽجي وئي. بلڊوزرن ناهموار زمين کي هموار ڪيو جتي روڊ ڪونه هئا اتي روڊ ناهيا ويا. جتي پاڻي ڪونه هو اتي پيئڻ جي مٺي پاڻي جو بندوبست ڪيو ويو. ملڪ جي هر علائقي مان هاري ۽ زميندار آيا ۽ اچي پنهنجن چڪن ۾ آباد ٿيا. مشرقي پاڪستان مان 350 خاندان به گهرايا ويا. هر هنڌ اسپتالون، ڊسپنسريون، اسڪول ۽ پوسٽ آفيسون قائم ڪيون ويون. "اڳتي لکي ٿو ته توهان مون کان پڇندا ته 25 لک ايڪڙن تي وسيع زمين ٿوري عرصي ۾ ڪهڙي طلسماتي فارمولا تحت آبادي لائق بنايم؟ منهنجو جواب ايترو سادو آهي جو توهان حيران رهجي ويندا. مطلب ته پروجيڪٽ ڊائريڪٽر کي مڪمل طور خودمختيار بنايو ويو هو. مثلن پروجيڪٽ ڊائريڪٽر غلام محمد بئراج جي حيثيت ۾ مون وٽ اختيار هئا، صوبائي بورڊ آف روينيوجا، عمارتن ۽ روڊن جي چيف انجنيئر جا، آبپاشي جي چيف انجينئر جا، زراعت جي ڊائريڪٽر جا، انجمن هاءِ امداد باهمي جي رجسٽرار جا، ٻيلن جي محافظن جا ۽ تقريبن ٻين سڀني صوبائي محڪمن جا. توهان کي شايد ان ڳالهه تي يقين نه اچي، پر حقيقت اها آهي ته مون وٽ سڀ اختيار هئا جو آئون راولپنڊي (مرڪزي حڪومت) يا لاهور (صوبائي حڪومت) (ون يونٽ دوران صوبي جي گادي جو هنڌ لاهور هو) جي پڇڻ کان سواءِ 500 سئو ايڪڙ زمين ڪنهن به شخص کي الاٽ ڪري سگهيس ٿي."

سنڌ جي 25 لک ايڪڙ سرڪاري زمين ڌارين کي الاٽ ڪري ڏني پئي وئي. ذوالفقار علي ڀٽو جنرل ايوب جي ڪابينا جو وفاقي وزير هو. پر هن ناانصافي خلاف هڪڙو لفظ به ڪونه ڪڇيو هي لٽ مار ۽ قبضا ڀٽي جي اکيان ٿيندا رهيا. ڪتاب (سندھ کی سیاست نسلیتی تناظر میں 1947_ 1977) اردو ڇاپو ليڪ ڊاڪٽر تنوير احمد طاهر.

هن ڪتاب ۾ به ڪافي تفصيل آهن پر ان مان چونڊ شيون حوالي طور ڏجن ٿيون. "حڪومت مڪي ڍنڍ جي ايراضي مان هڪ لک ستر هزار ايڪڙ ايراضي فوج حوالي ڪئي اهڙي ريت سکر بئراج جي 50 لک ايڪڙ زمين فوج کي الاٽ ڪئي وئي." روزانا ڊان جي رپورٽ مطابق جننگ ۽ آئيس فيڪٽرين کان سواءِ سنڌ جون 80 سيڪڙو صنعتون ڪراچي ۾ رهندڙ مهاجرن کي الاٽ ڪيون ويون، جڏهن ته باقي 20 سيڪڙو ٻين ضلعن جي مهاجرن جي حصي ۾ آيون. (ص نمبر 101).

يعني سڀ صنعتي ادارا 100 سيڪڙو مهاجرن کي الاٽ ڪري ڏنا ويا. "ون يونٽ لڳائڻ کان اڳ ۾ سنڌ حڪومت گڊو بئراج ڪوٽڙي بئراج تعمير ڪيا هئا. جنهن تي به لک 50 هزار کان وڌيڪ بي زمين هاري خاندانن کي آباد ڪرڻ جو تخمينو لڳايو ويو. ڪوٽڙي بئراج جي نهڻ سان ئي ون يونٽ

لڳايو ويو ۽ زمينون رٽائرڊ ۽ حاضر سروس فوجي آفيسرن ۾ ورهايون ويون. غلام محمد بئراج جي مڪمل ٿيڻ تي هڪ لک ايڪڙن جي ايراضي فوجي خاندانن کي آباد ڪرڻ لاءِ مختص ڪئي وئي.”(ص 130 کان 131).

”نون بئراجن جي نهڻ سان آباد ٿيڻ وارين زمينن جي ورهاست جو مسئلو سنڌي عوام لاءِ اهم مسئلو رهيو آهي. سکر بئراج جي آبادي لائق زمين 74 لک ايڪڙ هئي، جنهن مان 42 لک ايڪڙ وڪرو ڪئي وئي. خريدارن ۾ وڏو تعداد غير سنڌين جو هو. انگريزن فوجين کي انعام طور زمينون ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيو جيڪو پاڪستان ۾ ون يونٽ نهڻ تائين زور شور سان جاري رهيو. 1955 ۾ ڪوٽڙي بئراج جو افتتاح ۽ ون يونٽ لڳائڻ وارا ڪم گڏ ڪيا ويا. 26 اپريل 1955 ۾ مرڪزي حڪومت ڪوٽڙي بئراج جون زمينون ورهائڻ تي ايستائين پابندي لڳائي ڇڏي جيستائين ون يونٽ قائم ٿي نه وڃي.... ٽريڪٽر اسڪيم تحت اڍائي لک ايڪڙ زمين مختص ڪئي وئي جيڪا پنجابي ۽ پختون فوجي آفيسرن ۽ زميندارن کي ڏني وئي.”( ڏسو مٿيون ڪتاب. ص 172).

سنڌ جي بئنڪن جي وڏين 400 سئو برانچن ۾ 10 هزار ملازمن مان سنڌين جو تعداد 21 سيڪڙو هو. غير سنڌي ملازمن تي مشتمل بئنڪون قرضن جي سهولت پنجابي، مهاجر ۽ پختونن ۽ ڪاروباري صنعتن کي فراهم ڪنديون هيون جنهن جي ڪري واپار ۽ ڪاروبار جي ميدان ۾ سنڌي معاشرو پسماندگيءَ جو شڪار ٿيو. ون يونٽ جي خاتمي وقت مرڪزي سيڪريٽريٽ دفاع جي اداري، ريلوي، محڪمي ماليات ۽ خارجه جي محڪمن ۾ سنڌين جو تعداد نه هجڻ برابر هو.

اسٽيٽ بينڪ جي 959 آفيسرن مان صرف ٽي (03) آفيسر سنڌي هئا. نيشنل بينڪ جي 1200 ملازمن ۾ 5 سنڌي هئا. ڪراچي ڪارپوريشن جي 13 محڪمن جي سربراهن ۾ به سنڌي هئا. 1955کان 1970 جي دوران سنڌ ۾ 528 آفيسر رهيا. جن ۾ 147 پنجابي، 220 مهاجر، 164 سنڌي ۽ 15 ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ هئا. حيدرآباد ڊويزن ۾ 8 ڪمشنرن مان 7 ڪمشنر مهاجر هڪ ڪمشنر پنجابي. خيرپور ڊويزن جي 11 ڪمشنرن ۾ 4 مهاجر، 7 پنجابي هئا. (ڪتاب مٿيون ساڳيو. ص. 194 کان 193)

وڌيڪ تفصيل لکڻ بدران هتي صرف ڪتاب ”ون يونٽ ۽ سنڌ“ ليکڪ پروفيسر اعجاز قريشي، ڇاپو پهريون، جولاءِ 2013. ڇپائيندڙ پيڪاڪ پرنٽرز اينڊ پبلشر ڪراچي مان انگ اکر ڏجن ٿا. جن کي پڙهڻ کانپوءِ هر ذي شعور ماڻهو سمجهي گهي ٿو ته سنڌ سان ڪهڙو ويڌن ۽ ظلم ڪيو ويو.

| # | ضلعو ڪُل متروڪ ايراضي ايڪڙن ۾ | مهاجرن کي الاٽ ڪري ڏنل ايراضي ايڪڙن ۾ | خود ڪاشتڪاري مهاجرن کي ڏنل ايراضي ايڪڙن ۾ |
|---|---|---|---|
| .1 | خيرپور 32447 | 29395 | 3760 |
| .2 | جيڪب آباد | | |
| .3 | سکر 173542 | 54332 | 27160 |
| .4 | لاڙڪاڻو 168994 | 47572 | 1000 |
| .5 | نوابشاهه 253777 | 190789 | 56512 |
| .6 | شڪارپور | | |
| .7 | حيدرآباد 242144 | 19454 | |
| .8 | ٺٽو 115243 | 21847 | 20493 |
| .9 | دادو 231227 | 54196 | 5171 |
| .10 | ميرپور | | |

صفحو: 206 کان 207.

سکر بئراج جي ايراضي جي ورهاست پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ئي شروع ٿي وئي هئي. 1954 جي آخر ۾ جڏهن ون يونٽ ٺهيو ته صرف ساڍا ڇه لک ايڪڙ ايراضي باقي بچي هئي. اسان وٽ ”ون يونٽ“ کان پهرين ورهائجي ويل 22 لک ايڪڙ ايراضي جا انگ اکر موجود ڪونه آهن ته اها ڪنهن ڪنهن کي ۽ ڪيتري ايراضي الاٽ ڪئي وئي. ون يونٽ ٺهڻ جي ٽن سالن جي عرصي ۾ الاٽ ٿيڻ وارو زمين جو ڳپل حصو غيرسنڌين کي مليو.

آڪٽوبر 1958 کان مارچ 1963 تائين ساڍن ڇئن سالن جي عرصي ۾ زمين حاصل ڪندڙ هر سئو ماڻهن مان پنجهتر (75) غير سنڌي هئا. (سنڌي آبادي لاءِ 54789 ۽ غير سنڌين لاءِ 213679 ايڪڙ زمين مخصوص ڪئي وئي). .... 1963 تائين سکر بئراج جي زمين گهٽي پاڱي ورهائجي چڪي هئي ڪُل ايراضيءَ مان 367000 ايڪڙ غيرسنڌين کي 178000 ايڪڙ (يعني اڌ کان به گهٽ) سنڌين جي حصي ۾ آئي. (ڪتاب ون يون ۽ سنڌ. صفحو 208.).

مکي ڊنڊ جي علائقي ۾ موجود هڪ لک 50 هزار ايڪڙ ايراضي فوجين کي الاٽ ڪئي وئي. ايراضي جن شرطن تي ڏني وئي اهي هيٺيان هئا:

(الف)زمين 50 روپيا في ايڪڙ مالڪاڻا حق جي عيوض ڏني وئي. رقم جو چوٿون حصو بياني طور وصول ڪيو ويو. جڏهن تہ باقي رهيل رقم جي وصولي پندرهن هڪ جيترين قسطن ۾ طئي ٿي.

(ب)زمين جو عطيو حاصل ڪندڙ فوجين کي هڪ فصل مفت ڏيڻ جي رعايت بہ ڏني وئي.

(ج) زمين جي ترقيءَ تي ايندڙ پوري خرچ جو ذمو وزارت دفاع پنهنجي سر تي کنيو.

(د)ان علائقي ۾ رستن توڙي واهن جي تعمير ۾ مزدورن تي ٿيندڙ خرچ صوبائي حڪومت جي ذميداري هوندي.

(هہ)پاڻي جي نالن جي تعمير جي ذميواري زمين جي مالڪ جي ذميواري هوندي.

(و)وڏن ڳوٺن ۾ گڏيل استعمال جي عمارتن جي تعمير جو ذميوار صوبائي حڪومت قرار ڏني وئي.

مٿين شرطن مطابق نہ صرف انگريزن خلاف وڙهڻ وارن جي ملڪيت کائڻ کسي غير سنڌين فوجين کي ڏني وئي پر انهن جي آباد ڪرڻ سجي ذميداري جو بار مرڪزي حڪومت ۾ گهٽي پاڳي سنڌ حڪومت جي ذمي ڪيو ويو. (ڪتاب مٿيون ساڳيو. ص. 209).

گڊو بئراج، سکر بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج جون لکين ايڪڙ زمينون ڏارين کي ڪيترين ۾ ڪيئن الاٽ ڪيون ويون ڪهڙن فوجي آفيسر، رٽائرڊ ملازمن انهن جي مائٽن کي ڪيترين زمينون الاٽ ڪيون ويون انهن نالن جي فهرست ۽ الاٽ ڪيل زمينن جا تفصيل ڪتاب "ون يونٽ ۾ سنڌ" ۾ موجود آهن.

هتي صرف 1955 کان 1970 دوران مقرر ٿيل آفيسرن جو چارٽ ڏجي ٿو. جيڪو ڪتاب جي صفحي نمبر 243 تي موجود آهي.

| عهدو | پنجابي | مهاجر | سنڌي | پٺاڻ |
|---|---|---|---|---|
| ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن | 01 | 07 | ..... | .... |
| ڪمشنر خيرپور ڊويزن | 07 | 04 | .......... | ........... |
| ڊي آئي جي پوليس حيدرآباد ڊويزن | 10 | 02 | ........... | .......... |
| ڊي آئي جي پوليس | 7 | 4 | 2 | ..... |
| خيرپور ڊويزن | | | | |
| ڊپٽي ڪمشنر حيدرآباد ضلعو | 1 | 5 | 2 | ...... |
| ڊپٽي ڪمشنر ٿرپارڪر ضلعو | 02 | 08 | 01 | ..... |
| ڊپٽي ڪمشنر سانگهڙ | 4 | 7 | 1 | ..... |
| ڊپٽي ڪمشنر دادو | 3 | 3 | 7 | 01 |
| ڊپٽي ڪمشنر ٺٽو | 2 | 2 | 7 | ...... |
| ڊپٽي ڪمشنر نوابشاهه | 3 | 7 | 2 | ..... |
| ڊپٽي ڪمشنر لاڙڪاڻو | 3 | 8 | 4 | ..... |
| ڊپٽي ڪمشنر خيرپور | 1 | 6 | 4 | ....... |
| ڊپٽي ڪمشنر سکر | .......... | 9 | 3 | 01 |
| ڊپٽي ڪمشنر جيڪب آباد | 3 | 11 | 3 | |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس حيدرآباد | 4 | 6 | 3 | |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس ٿرپارڪر | 1 | 9 | 6 | 1 |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس سانگهڙ | 2 | 1 | 8 | |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس دادو | 5 | 10 | 7 | 1 |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس ٺٽو | 3 | 5 | 5 | |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس نوابشاهه | 7 | 1 | 2 | 1 |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس لاڙڪاڻو | 2 | 8 | 8 | 2 |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس خيرپور | 2 | 9 | 1 | |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس سکر | 5 | 7 | 3 | 1 |
| سپرينٽنڊنٽ پوليس جيڪب آباد | 4 | 8 | 9 | 1 |
| **ٽوٽل** | **88** | **147** | **92** | **9** |

سنڌ جون زمينون جن کي الاٽ ڪيون ويون انهن جا نالا هن ريت آهن:

- جنرل محمد ايوب خان247 ايڪڙ
- ميجر جنرل محمد موسيٰ250 ايڪڙ
- ميجر محمد امرائو جان246 ايڪڙ
- برگيڊيئر سيد غوث242 ايڪڙ
- ڪرنل مظفر خان153 ايڪڙ
- ڪرنل حيدر130 ايڪڙ.

(ڪتاب ون يونٽ ۽ سنڌ. صفحو نمبر 213).

- ميجر ايوب احمد خان پروفيسرڪي اي ايم سي500 ايڪڙ
- ڪرنل ضياءاللهڪي اي ايم سي500 ايڪڙ
- ڪرنل نور الهيجي ايچ ڪيو 497 ايڪڙ
- ڪرنل اختر حفيظ (سيالڪوٽ چانوٽي)489 ايڪڙ
- ڪيپٽن فيروز خان ۽ ميجر امير گلستان (پيءُ پٽ) 243، 253 ايڪڙ
- ليفٽيننٽ ڪرنل بشير500 ايڪڙ
- ميجر خضري احمد479 ايڪڙ
- گروپ ڪيپٽن اي ايم مراد496 ايڪڙ
- ڪمانڊر ايم فضل خان303 ايڪڙ
- ڪرنل يعقوب487 ايڪڙ
- ميجر غلام فاروق (گهرواريءَ جي نالي)304+98+56 ايڪڙ
- ميجر محمد لطيف500 ايڪڙ
- عبادالله رحمان خان (ڊپٽي سپرٽنڊنٽ ڊسٽرڪٽ جيل ملتان)484 ايڪڙ
- ڊاڪٽر جي اي اصغر مينٽل اسپتال حيدرآباد (پٽ جي نالي)544 ايڪڙ
- صبح صادق (سرڪاري ملازم جو پٽ) 401 ايڪڙ

(ڪتاب "ون يونٽ ۽ سنڌ" صفحو 217)

**گڏو ۾ سرڪاري اهلڪارن لاءِ زمينون:**

سرڪاري اهلڪارن کي زمين الاٽ ڪرڻ لاءِ رٽائر ٿيل يا ٿيندڙ اهلڪارن جي گروپ بندي ڪئي وئي... 172 ماڻهن مان سنڌي فقط هڪڙو هو. انهن ماڻهن جي نالن جي فهرست هيٺ ڏجي ٿي.. هي فهرست ان ڪري اڌوري آهي جو اها چوويه سال پراڻي آهي ۽ ان عرصي ۾ ٿيندڙ اضافا هن ۾ شامل ڪونهن.

زمين حاصل ڪندڙن جي فهرست:

<u>درجہ بندي پهرين 240 ايڪڙن تائين</u>

1.مشتاق احمد چيمہ، سي ايس پي جوائنٽ سيڪريٽري فوڊ اينڊ ايگريڪلچرڊ ڊپارٽمنٽ پاڪستان.

2.ايس عالمگير اي ايس پي سيڪريٽري حڪومت مغربي پاڪستان.

3.چوڌري محمد افضل سيڪريٽري گورنمنٽ مغربي پاڪستان.

4.محمد افضل ايگريڪلچرڊ ڊولپمنٽ ڪمشنر.

5.آءِ يو خان، سي ايس پي ميمبر بورڊ آف روينيو مغربي پاڪستان.

6.عبدالحميد سيڪريٽري وزارت قانون حڪومت پاڪستان.

<u>درجو ٻيون 128 ايڪڙن تائين:</u>

7.ڊاڪٽر احمد خان ڊبليو پي ايچ ايس

8.چوڌري محمد اقبال ڊپٽي سيڪريٽري فنانس

9.فضل ڪريم، ايگزيڪيوٽو انجنيئر آبپاشي کاتو.

10.ڊاڪٽر سي ايم رفيع، ڊبليو پي ايچ ايس.

11.شيخ عنايت الله. پي سي ايس سيڪشن آفيسر صحت کاتو.

<u>درجو ٽيون 96 ايڪڙن تائين:</u>

12.او ايچ هربرٽ (رٽائرڊ) سپريٽنڊنٽ آبپاشي کاتو.

13.نور محمد ڊبليو پي ايچ ايس 1.

14.نواب خان سپريٽنڊنٽ سينٽرل جيل

15.محمد ظفر خان ڊپٽي رجسٽرار ڪوآپريٽو کاتو..

16.جميل الدين فيلڊ آفيسر ڪوآپريٽو کاتو.

17.غلام سرور شاه ڊپٽي رجسٽرار ڪو آپريٽو کاتو.

18.مير وسيع محمد.

19.چوڌري سلطان محمد.

20.ادريس حسين.

21.چوڌري شير علي خان ڊي ايس پي.

22.شيخ پير بخش، او ايس ڊي ڪمشنر آفيس خيرپور.

23.اصغر حڪيم (رٽائرڊ) ڊي ايس پي.

24.سعيد حسين، اليڪشن آفيسر.

25.رفيع الدين رجسٽرار آبپاشي کاتو.

26.فضل قدير خان، سپريٽنڊنٽ، سينٽرل جيل پشاور.

27.مهر فدا محمد سيال. (رٽائرڊ، پي سي ايس).
28.مولا بخش رجسٽرار، آئي جي پوليس.
29.احمد خان پرنسپال ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ لاهور.
30.چوڌري رحمت علي، ايڊمن آفيسر بجلي، لاهور.
31.اشرف علي، ميڊيڪل آفيسر، بنون (سرحد).
32.ڊاڪٽر عبدالعزيز چوڌري، ايم ايس سول اسپتال سيالڪوٽ.
33.يحيٰ علي شاهه (رٽائرڊ) سپريٽنڊنٽ جيل.

درجو چوٿون 64 ايڪڙ في ماڻهو:

34.چوڌري امير محمد، پي اي سيڪريٽري تعليم.
35.محمد رمضان، ڊسپينسر.
36.ميان ناصر علي، سپريڊنٽ ڊي اي آفيس.
37.انسپيڪٽر پوليس. (اصل متن ۾ نالو ڇاٽايل ڪونهي.)
38.علي محمر نائب تحصيلدار.
39.رحمت الله ميڊيڪل آفيسر.
40.سيد محمود، سيڪشن آفيسر.
41.محمد يعقوب، هيڊ ڪلارڪ ايجوڪيشن.
42.محمد لطيف باجوه. آفيسر اسيمبلي.
43.چوڌري رانجها خان، انسپيڪٽر پوليس.
44.ايس اقتدار علي شاهه آفيس قانون سازي.
45.نواب الدين قائم مقام، اي ايس آءِ.
46.خان محمد عظيم خان، سپريڊنٽ آبپاشي ڪاتو.
47.عبدالرئوف، ايڊمن آفيسر هليٿ سروسز پشاور.
48.محمد يحيٰ سپريڊنٽ هاءِ ڪورٽ.
49.سلطان احمد خان، سرڪل سپريڊنٽ آبپاشي ڪاتو.
50.عنايت ڪريم. هيڊ ڪلارڪ آبپاشي ڪاتو.
51.چوڌري محمد اسماعيل. سرڪل سپريڊنٽ آبپاشي ڪاتو.
52.صوفي عبدالڪريم، چيف ڊرافٽس مين، پي اينڊ آر.
53.چوڌري محمد ابراهيم، سرڪل آبپاشي ڪاتو.
54.شيخ عبدالڪريم. هيڊڪلارڪ زراعت ڪاتو.

درجو پنجون 32 ايڪڙ في ماڻهو:

55.غلام قادر، گيم واچر.
56.نواب علي. دفتري، محڪمو صحت.
57.حڪيم داد خان. جمعدار صحت ڪاتو.
58.لعل الدين، جمعدار صحت ڪاتو.
59.عمرالدين، فيلڊ اسٽنٽ زراعت ڪاتو.
60.حاجي، داروغو آبپاشي ڪاتو.
61.محمد ايوب، هيڊ ڪانسٽيبل پوليس.
62.ولي محمد، پٽيوالو بورڊ آف روينيو.
63.ريڊر روينيو. اي اي سي پشاور.
64.مشتاق بيگ، هيڊ ڪانسٽيبل پوليس.
65.حاجي هيڊ بيلف، سب جج حيدرآباد.
66.عبدالحفيظ، فيلڊ اسٽنٽ زراعت ڪاتو.
67. ملڪ خدا بخش قانوندا.
68.حاجي فضل احمد، جمعدار، پٽيوالو سول سيڪريٽريٽ لاهور.

(ڪتاب ”ون يونٽ ۽ سنڌ“. صفحو 223 کان 225.).

هن مضمون ۾ ڏنل انگ اکر بہ مڪمل ڪونهي. پاڪستان ٺهڻ کان وٺي ون يونٽ ٽائين سنڌ جي لکين ايڪڙ زمين ۽ نوڪرين تي ڌاڙا هنيا ويا آهن.

ون يونٽ کان پوءِ بہ اهو ڌاڙن جو سلسلو جاري آهي. بحريا ٽائون، ڊي ايڇ اي، ملٽي نيشنل ڪمپنين ۽ ٻين وڏين اسڪيمن جي نالي ۾ سنڌ جي لکين ايڪڙ زمينن ڌاڙا هڻڻ جو سلسلو جاري آهي. سنڌ جي لکين ايڪڙ زمينن نوڪرين ۽ سنڌين کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ وارين سازشن خلاف وڏي منظم، طاقتور ۽ سگهاري پرامن جدوجهد جي ضرورت آهي.

****

---

قول:

**اميد جي آجيان ڪجي، خوف سان مقابلو ڪجي، بهتري جي اميد رکجي ۽ بدتري جو انديشو رکي ان سان مقابلي لاءِ تياري ڪجي ۽ زندگيءَ سان محبت ڪجي.**

**(فڪرِ پليجو)**

# دي گريٽ گيم

## (قراقرم جبل جي چوٽين جي ڇانوَ ۾ روسي ۽ برطانوي جاسوسن جي هڪ ٻئي تي نظر)

اسد علي




جن پهاڙي سلسلن ۾ چين ۽ انڊيا هڪٻئي جي آمهون سامهون آهن. هتي اڳي ڪڏهن به عالمي طاقتون هڪٻئي جي سامهون بيٺل ڪون هيون. ماضي ۾ هي علائقو روس، چين ۽ برطانوي انڊيا جي وچ ۾ ڪشمڪش ڪي ڏسي چڪو آهي. اڄ ڪلهه انساني جرئت، قابليت ۽ ذهانت سان گڏوگڏ سائنسي جديد اوزار جاسوسي ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. ليڪن سائنسي ڪوجنائن کان پهرين ان وقت صورتحال مختلف هئي. ان وقت جي هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ هماليه، قراقرم، هندوڪش ۽ پامير جي پهاڙي سلسلن ۾ به سئو سال ماضي ۾ هلون ٿا. 19هين صديءَ جي شروع ۾ جانورن جو هڪ انگريز ڊاڪٽر وليم مورڪرافٽ تبت پهتو ان کان اڳ 1715ع ۾ يورپي پادري به هن علائقي جو چڪر لڳائي ويا آهن. سن 1809ع ۾ برطانيه کان آيل ڊاڪٽر مورڪرافٽ ايسٽ انڊيا ڪمپني جي لاءِ تبت مان اعليٰ نسل جي گهوڙن کي خريد ڪرن لاءِ پهتو. هن جو خيال هو ته هتي اعليٰ نسل جا گهوڙا ملي ويندا. هماليه جي برفاني علائقن ۾ ڪنهن تبتي ڳوٺ ۾ هڪ ماڻهو جي گهر ۾ رهيو. اتي هن جي لاءِ هر شئي نئين هئي. ان گهر ۾ به يورپي نسل جا ڪتا هئا، انهن کي ڏسي، هي حيران ٿي ويو. هن کي خبر پئي ته هي ٻئي ڪتا فوجي تربيت يافته آهن. هن سوچيو ته شايد هي ڪن فوجي ماڻهن جا ڪتا آهن. اهي فوجي ڪير هئا؟ هي ڪتا هن علائقي ۾ ڪيئن پهتا؟ اهو سوچيندي هن کي خطرو محسوس ٿيڻ لڳو.

پيٽر هوپڪرڪ پنهنجي ڪتاب دي گريٽ گيم ۾ لکي ٿو ته ڊاڪٽر مورڪرافٽ سوچڻ لڳو ته شايد ڪو روسي ماڻهو هن علائقي ۾ پهتل آهي. ڳوٺ وارن کان پڇا ڳاڇا ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿيو ته هن کي هي به ڪتا روسي واپاري ماڻهو کان مليا هئا. ليڪن مورڪرافٽ کي يقين ٿيو ته اهو ماڻهو روسي ته هوندو پر واپاري نه هوندو.

**دي گريٽ گيم:**

ڊاڪٽر مورڪرافٽ جا خدشا صحيح ثابت ٿيا ته هن علائقي ۾ ڪنهن روسي جي موجودگي اها ڳالهه ثابت ڪري ٿي ته روس ڪڏهن نه ڪڏهن ڪنهن نه ڪنهن رستي سان اچي هندوستان تي حملو ڪري ان کي برطانيه کان کسي وٺندو.

هن ڪتن جو مالڪ روسي ڪير هو ۽ ڇا اهو اڪيلو هو؟ ڇا ڊاڪٽر مورڪرافٽ جي هن علائقي ۾ اچڻ جو مقصد صرف گهوڙا خريد ڪرڻ هو , يا ڪو ٻيو مقصد هو؟ روسي حڪومت هن علائقي ۾ پنهنجا جاسوس ڇو موڪلي رهي هئي ۽ برطانيه کي هن ڳالهه جي پريشاني ڇو هئي؟ هن سڀني ڳالهين کي سمجهڻ لاءِ هن خطي جي موجوده حالتن جو مختصر ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

روسي ۽ برطانوي حڪمرانن انهن جبلن ۾ مهم جوئي ان لاءِ ڪندا هئا ته ڪنهن يلغار کي اتان ملنڊڙ معلومات ذريعي روڪي سگهجي. ڊاڪٽر مورڪرافٽ ۽ ان کي ملنڊڙ ڪتن جي روسي مالڪ جهڙن نوجوان آفيسرن ۽ انهن جي ايجنٽن پنهنجي زندگي جا ڪئي سال هماليه، قراقرم، پامير جهڙن جابلو سلسلن ۽ ان علائقي جي بيابانن ۾ چمڙاپوش ڪري گهمي گذاري ڇڏي.

پيٽر هوپڪرڪ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته روس ۽ برطانيه جي سلطنت جي ايشيا ۾ ڪشمڪش کي گريٽ گيم جو نالو هڪ برطانوي فوجي جاسوس ڏنو هو. جيڪو خود به وچ ايشيا جي هڪ رياست ۾ گريٽ گيم جو شڪار ٿي مارجي ويو. جنهن جو ذڪر اڳتي هلي ڪنداسين. روس ۾ گذريل ڪيترن ئي نسلن کي وچ ايشيا ۽ ان جي آس پاس جي علائقن ۾ دولت جي ريل ڦيل جون ڪهاڻيون، پهچي رهيون هيون. هاڻي روس هڪ طاقتور سلطنت ٿي وڃڻ کان پوءِ هن

واپار مان پنهنجو حصو وٺڻ ٿي چاهيو. ٻئي طرف هندوستان ۾ برطانيہ جي حڪمرانن کي خوف ٿيڻ لڳو تہ اتر ۾ اوچا جبل هجڻ جي باوجود روس هندوستان ۾ پهچڻ جي ڪوشش ضرور ڪندو.

**تبت وارا روسي ڪپڙو پائيندا يا برطانيہ وارو ڪپڙو:**

وليم مورڪرافٽ کي جڏهن تبت ۾ روسي فوجين جي موجودگي جو جڏهن شڪ پيو تہ ان کان پوءِ سن 1825ع پنهنجي موت تائين ڪلڪتي ۾ پنهنجي فوجي آفيسرن کي وچ ايشيا ۾ روس جي ارادن جي باري ۾ لکي خبردار ڪندو رهندو هو. ڪتاب دي گريٽ گيم جي مطابق ان هڪ جاءِ تي لکيو تہ ايسٽ انڊيا ڪمپني کي فيصلو ڪرڻو آهي تہ ترڪستان ۽ تبت جا ماڻهو روس جو ڪپڙو پائيندا يا برطانيہ جو ۽ برمنگهم يا سينٽ پيٽرز برگ جا نهيل لوهہ ۽ اسٽيل جا اوزار خريد ڪندا.

سن 1819ع ۾ وليم مورڪرافٽ کي وچ ايشيا ۾ بخارا تائين ٻہ هزار ميلن جي سفر لاءِ خرچ ملي ويو. هاڻي ان جي رستي ۾ هڪڙي رڪاوٽ هئي. بخارا جو رستو افغانستان مان گذرندو هو. ان وقت افغانستان ۾ خانا جنگي هلي رهي هئي. ان جي ڪري هن افعانستان وارو رستو ڇڏي،چيني ترڪستان مان ڪاشگر جي ذريعي بخارا وڃڻ جو فيصلو ڪيو. ان لاءِ پهرين لداخ ۽ ليهہ وڃڻ ضروري هو. هن ڪتاب جي مطابق هو سيپٽمبر 1820ع ليهہ پهچڻ وارو پهريون برطانوي هو جنهن قراقرم جبلن جي پويان يارڪند ۾ چيني اهلڪارن سان رابطو ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪئي. هن کي جلد اندازو ٿي ويو تہ هي ڪم ايترو آسان نہ آهي. يارڪنڊ ليهہ کان 300ميل پري هو. رستي ۾ دنيا جا مشڪل ترين جابلو رستا هئا. صرف جواب اچڻ ۾ مهينا لڳي ويندا هئا. مقامي واپاري جيڪي نسل درنسل هتي ڪاروبار ڪري رهيا هئا. انهن جي ليهہ ۽ يارڪنڊ جي رستي تي قبضو هو. اهي ايسٽ انڊيا ڪمپني جي هتي اچڻ تي خوش نہ هئا.

مورڪرافٽ کي ليهہ ۾ رهندي گهڻو وقت نہ گذريو تہ هن کي خبر پيئي تہ روس جو هڪ اهم ايجنٽ آغا مهدي هتي رهيل هو. هتان کان روس جي لاءِ واپاري ۽ سياسي ڪم سرانجام ڏيندو هو.

**آغا مهدي عرف مهڪتي را فيلوو ڪير هو؟**

پيٽر هوپڪرڪ لکيو آهي تہ آغا مهدي هڪ عام قلي جي طور هن علائقي ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. هو جلدي پنهنجي خوبصورتي جي ڪري، سڄي ايشيا ۾ ڪشميري شالنَ جو واپاري بڻجي ويو. انهي شالن جو واپار ڪندي سينٽ پيٽرزبرگ روس ۾ پهچي ويو. روسي بادشاهہ زارالیگزينڊر ڪشميري شالن کي ڏسي، هن سان ملڻ جي خواهش ڏيکاري. زارالگزينڊر آغا مهدي سان ملڻ کان پوءِ هن کي هدايت ڪئي تہ لداخ ۽ ڪشمير سان روس جا واپاري تعلقات قائم ڪري. آغا مهدي ان ڪم ۾ ڪامياب رهيو. ان کان پوءِ روس جو سامان ڪشمير ۽ لداخ جي بازارن ۾ ڏسڻ ۾ آيو. جڏهن آغا مهدي ٻئي دفعا سينرٽ پيٽرزبرگ ۾ ويو تہ روس جي بادشاهہ هن کي انعام ۾ هڪ سوني چين ۽ گولڊ ميڊل سان گڏ هڪ روسي نالو مهڪتي را فيلوو نالو ڏنو.

**روس جو مهاراجا رنجيت سنگهہ جي لاءِ پيغام:**



آغا مهدي عرف مهڪتي رافيلوو کي هڪ نئين سياسي مشن کي پوري ڪرڻ لاءِ واپس موڪليو ويو. هن جي نئين منزل لداخ ۽ ڪشمير کان سوين ميل پري پنجاب جي سلطنت ۾ راجا رنجيت جي دربار هئي. هو پڪرڪ لکي ٿو تہ هن کي روس جي بادشاهہ طرفان هدايت ڪيل هئي تہ مهاراجہ رنجيت سنگ سان دوستانہ تعلقات قائم ڪري. هن وٽ زار جو هڪ خط پڻ هو. ان ۾ لکيل هو تہ رنجيت سنگهہ سان واپاري تعلقات قائم ڪرڻ، ٻيو رنجيت سنگهہ کي روس ۾ اچڻ تي خوش آمديد چيو ويندو. هن ڪتاب جي مطابق برطانوي ڊاڪٽر مورڪرافٽ کي جلدي هن سرگرمي جي خبر پئجي ويئي. هن کي احساس ٿيو تہ آغا مهدي ۾ اهي سڀ ئي صلاحيتون موجود آهن. جيڪي هن جي مشن جي لاءِ اهم آهن. انهن ۾ مقامي علائقي جي معلومات، ماڻهن ۾ مقبوليت ۽ ڪاروباري ذهانت وغيره. هوپڪرڪ لکي ٿو تہ ڊاڪٽر مورڪرافٽ هي سڄي معلومات سو ميل پري پنهنجن آفيسرن

کي لکڻ ۾ دير نہ ڪئي. ليڪن آغا مهدي رنجيت سنگهہ جي دربار ۾ پهچڻ کان اڳ مري ويو. هو ڪيئن مئو اها ڳالهہ واضح نہ ٿي سگهي. ڊاڪٽر مور ڪرافٽ لنڊن ۾ پنهنجي هڪ دوست کي لکيو تہ جيڪڏهن آغا مهدي ڪجهہ وقت زنده هجي ها تہ ايشيا ۾ اهڙي صورتحال پيدا ڪري ڇڏي ها، جو يورپ جون ڪجهہ حڪومتون حيران ٿي وڃن ها. جهڙي طرح آغا مهدي روسي سلطنت لاءِ جيڪي ڪم سرانجام ڏنا. اهري طرح روسي فوجي آفيسر بہ هندوستان ۽ افغانستان ڏانهن ويندڙ رستن کي ڏسڻ لاءِ پنهنجو ڪم سرانجام ڏنو.

**روسي آفيسر ترڪن جي ويس ۾ جارجيا کان خيوا ڪيئن پهتو؟**

سن 1819ع ۾ جارجيا جي رياست ۾ روسي فوج جي آفيس مان هڪ 24 سالہ روسي فوجي آفيسر نڪولائي مراوي کي هڪ جاسوسي مشن جي لاءِ روانو ڪيو ويو هين ماڻهن جي لاءِ اهو ڪم شايد "خودڪشي" جي برابر هئي. نڪولائي مراوي جو مشن هڪ ترڪ جي روپ ۾ مشرق جي سنسان ميدانن ۽ سمنڊ کان ٻئي طرف 800 ميل پري خيوا ۾ هو. هن جي رستي ۾ بيابان تہ هو پر اتي جا ماڻهن کي اغوا ڪري غلام ڪري وڪڻي ڇڏيندا هئا. اهو خطرو پڻ موجود هو. هن جو ڪم هو تہ وچ ايشيا جي رياست جي اڳواڻ کي راضي ڪرڻ ۽ روسي حملي لاءِ ماحول تيار ڪرڻ هو. ان کان سواءِ برطانوي جاسوسن وانگر هر علائقي جي جاگرافي ۽ اتي جي دفاعي صلاحيتن جي باري ۾ معلومات گڏ ڪرڻ، خطي جي دولت ۽ اتي جي مشهور ڪهاڻين جي حقيقت معلوم ڪرڻ بہ هو.

انهن ڪمن سان گڏ هن کي انهن روسي ماڻهن جي باري ۾ بہ معلوم ڪرڻو هو تہ هاڻي اهي ڪهڙي حال ۾ آهن. جن کي وڏي تعداد ۾ اغوا ڪري غلام بڻائي وڪڻي ڇڏيو ويو هو. روسي جاسوس لڪولائي مراوي جي ڏنل معلومات جي بنياد تي وچ ايشيا جي مسلمان رياستن تي روس جي زبردست فوجي چڙهائي لاءِ هڪ اهم سبب پيش ڪيو. ساڳيون ڪتاب دي گريٽ گيم وارو لکي ٿو تہ انهن جاسوسن جي ناڪامي يا گرفتار ٿي وڃڻ جي صورت ۾ سنڌن رياست انهن سان لا تعلقي جو اظهار ڪري ڇڏيندي هئي.

جهڙي طرح برطانوي ڊاڪٽر وليم مور ڪرافت اتر جي پهاڙي سلسلن ۾ متحرڪ هو ڪجهہ ٻيا برطانوي جاسوس افغانستان ۽ بلوچستان ۾ پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ مصروف هئا.

**پر برطانوي ايجنٽن جو هزارين ميلن جو سفر:**

ڪتاب دي گريٽ گيم ۾ لکيل آهي تہ بمبئي جي پنجين انفينٽري جي ڪيپٽن چارلس ڪرسٽي ۽ ليفٽيننٽ هينري پوٽنگر سن 1810ع ۾ جاسوسي جي ڪم لاءِ ويس تبديل ڪري بلوچستان جي رستي افغانستان ۽ ايران لاءِ روانہ ٿيا. اهي ان لحاظ کان خوشقسمت هئا جو ان علائقي جي ماڻهن اڳي ڪڏهن بہ يورپي ڪونہ ڏٺا هئا. پوٽنگر بمبئي کان نڪري چئن مهينن جي سفر کان پوءِ هرات پهتو. ان جو ٻيو ساٿي 900 ميل سفر ڪري فارس پهتو.

ساڳئي ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ برطانيا وارن کي هندوستان تي دشمن جي حملي جو تمام گهڻو خوف هوندو هو. ان ڪري هرات هندوستان تي حملو ڪندڙن جي رستي ۾ اچي ٿو. هتان کان ڪابہ فوج خيبر يا بولان لڪ جي ذريعي هندوستان ۾ داخل ٿي سگهي ٿي. ڪتاب لکي ٿو تہ هرات وسيع صحرائن ۽ مشڪل ترين پهاڙن جي وچ ۾ هڪ زرخير وادي وارو شهر هو هن جي لاءِ چيو ويجي ٿو تہ هن شهر ۾ هڪ سڄي فوج لاءِ ڪاڏ خوراڪ ۽ پاڻي موجود هو. چارلس ڪرسٽي لاءِ اهو ڪم هو تہ هو ان ڳالهہ جي تصديق ڪري.چارلس ڪرسٽي جڏهن بمبئي کان روانو ٿيو ان وقت هي هڪ مسلمان مذهبي شخصيت وارو روپ اختيار ڪري چئن مهينن کان پوءِ هرات جي مرڪزي دروازي ۾ داخل ٿيو. ان کان پوءِ هن مسلمان وارو لباس لاهي، گهوڙن جي خريداري وارو روپ اختيار ڪيو. چاڪاڻ تہ هن جي دستاويزن ۾ بہ اهو ئي لکيل هو. هرات ۾ هڪ مهيني جي اندر سڄي شهر جو تفصيلي حال احوال لکيو. هنن ٻنهي انگريز جاسوسن رستي ۾ ايندڙ ڳوٺن، ڪوهن، تلائن ۽ دفاعي لحاظ کان اهم جاين جي احوال سان گڏ قبيلن ۽ انهن جي رهڻي ڪهڻي جي باري ۾ تفصيل سان معلومات لکي ڇڏي.

**جڏهن نيپولين روس جي زار کي هندوستان تي حملي جو مشورو ڏنو:**



ڪتاب "حماليہ جنگ جو ميدان" ۾ ليکڪ لکي ٿو تہ "هندوستان جي دولت جا چرچا هر هنڌ مشهور هئا. انهن

ڪيٿرن ئي حملي آورن کي هتي اچڻ جي دعوت ڏني. ان ڪري هندوستان جي ماڻهن مستقل خوف ۾ رهڻ سکي ورتو.” ڪتاب لکي ٿو ته برطانيه وارا هندوستان جي اتر اولهه وارن علائقن کي پنهنجي قبضي ۾ آڻيندا رهيا. جڏهن برطانيا وارن ترڪستان جي رياستن ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو اتي روسي سلطنت هن جي سامهون ٿي. انهن ٻنهي طاقتن جي وچ ۾ ٽڪراءُ اڻ ٽر ٿي ويو. پيٽر هوپڪرڪ لکي ٿو ته “سن 1807ع ۾ لنڊن ۾ ان وقت خطري جون گهنٽيون وڄڻ لڳيون، جڏهن اها خبر پهتي ته فرانس جو حڪمران نيپولين بوناپارٽ روس جي زار کي گڏجي هندوستان تي حملو ڪرڻ جي دعوت ڏني. پوءِ جلدي ٻنهي ۾ اختلاف ٿي پيا، ان ڪري ڳالهه اڳتي نه وڌي سگهي.”



**روس جو مغل سلطنت کي بحال ڪرڻ لاءِ سوچ ويچار:**

ڪتاب گريٽ گيم وارو لکي ٿو ته پيٽر دي گريٽ پهريون روسي زار هو. جنهن جي نظر هندوستان جي طرف هئي.ان زماني ۾ درياءَ آڪسس کان ٻئي طرف سون جي زخيرن جون خبرون اچڻ لڳيون. هن روسي سياحن کان ٻڌو هو ته هندوستان دولت سان مالا مال آهي. هن پنهنجي زندگي ۾ ڪيسپين سمونڊ کان ٻئي طرف پنهنجا تعلقات وڌائڻ لاءِ خيوا جي طرف هڪ وفد موڪليو جيڪو ناڪام ٿي آيو. زار پيٽر دي گريٽ جي موت کان ڪجهه وقت پوءِ 1725ع ۾ چيو ويو ته عظيم بادشاهه مرڻ وقت وصيت ڪئي هئي ته، هن کان پوءِ ايندڙ بادشاهه روس کي دنيا جي سڀ کان وڏي طاقت ناهيندا. ليڪن جي مطابق ان خواب تي تڪميل لاءِ ٻه چابيون هيون. هڪ هندوستان ٻئي قسطنطنيه. ان وصيت جي مطابق هن بادشاهه ايندڙ بادشاهن کي حڪم ڏنو ته ان مقصد کي حاصل ڪرڻ کانسواءِ انهن جو ڪم پورو نه ٿيندو.

پيٽر هو پڪرڪ لکي ٿو ته پيٽر دي گريٽ کان تقريبن 40 سال پوءِ ڪيٿرين دي گريٽ جو زمانو شروع ٿيو. ان وقت روس وارن هندوستان ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. ان وقت هندوستان ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني پنهنجا پير پختا ڪري رهي هئي. چيو وڃي ٿو ته 1791ع ۾ هڪ فرانسيسي راڻي ڪيٿرين کي تجويز ڏني ته هو بخارا کان ڪابل جي رستي اها ڳالهه چئي اڳتي وڌجي ته هو مغل سلطنت کي بحال ڪرڻ چاهي ٿي. پر ان جي هڪ اعليٰ عملدار هن کي ائين ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو. ايندڙ صدي ۾ هندوستان تي روسي حملن جي منصوبن جي هڪ ڪڙي هئي.

**گريٽ گيم شروع ٿي ويئي:**

تاريخدان لکن ٿا ته 19 صدي ۾ روس جي حملن جو خطرو حقيقي هو. اندازن چئن صدين کان روس 55 چورس ميل روزانه يا 20 هزار ميل سالانه جي حساب سان اوپر جي طرف وڌي رهيو هو. 19هين صدي جي شروعات ۾ ايشيا ۾ روس ۽ برطانوي سلطنتن جي وچ ۾ ٻن هزار ميلن جو مفاصلو هو. هن صدي جي آخر ۾ مفاصلو گهٽجي چند سو ميلن جو وڃي رهيو. پامير جي ڪجهه علائقن ۾ ته هي مفاصلو 20 ڪلو ميٽرن جو هو.

تاريخدانن جي مطابق 19هين صدي جي وچ ڌاري شاهراهه ريشم جا تاريخي شهر هڪ هڪ ڪري روس جي قبضي ۾ وڃي رهيا هئا. 1865ع ۾ تاشقند به روس فتح ڪري ورتو. ٽن سالن کان پوءِ ثمر قند ۽ بخارا به زار جي سلطنت جو حصو ٿي ويا هئا.

برطانيه جو خيال هو ته بلندِ وَ بالا هندوڪش ۽ پامير جي پهاڙي سلسلن کي هميشه روس جي يلغار کان محفوظ رکنداسين. اهو ئي ان جو سڀ کان وڏو مسئلو هو. ڪتاب “هماليائي ميدان جنگ” ۽ “لداخ ۾ چين انڊيا دشمني” ۾ لکيو آهي ته هنن جابلو سلسلن ۾ گهمندي ڦرندي برطانوي جاسوسن جي “سڀ ٺيڪ آهي” وارن رپورٽن به برطانوي سلطنت محفوظ هجڻ واري احساس کي تقويت بخشي. هنن جاسوسن جو ڪم هو ته ڏکين ۽ لڪل پهاڙي رستن کي ڳولي لهڻو هو جتان روس هندوستان ۾ داخل ٿي سگهيو ٿي. ڪتاب ۾ لکيل آهي ته اهڙو ئي هڪ برطانوي آفيسر ٿامس گورڊن. جنهن 1873ع ۾ پامير جي پهاڙي سلسلن ۾ گهڻو وقت رهيو هو. مشرقي (يا چيني) ترڪستان ۽ لداخ جي وچ ۾ بلند بالا

پهاڙ ڪنهن بہ جديد فوج کي هن طرف اچڻ نہ ڏينديں، ليڪن پامير، گلگت ۽ چترال ۾ رهڻ جي باري ۾ ڪجهہ نہ لکيو.

سن 1888ع ۾ جڏهن هڪ برطانوي آفيسر ڊيورنڊ هنزا کان واپسي تي لاهور اچي رپورٽ ڏني تہ مون گلگت مان گذرندي ٻڌو هو تہ هڪ روسي آفيسر هنزا ۾ ڏٺو ويو آهي. هن جي اطلاع بلڪل صحيح هئي. هي روسي آفيسر گرومچيو وسڪي هو جيڪو پامير جي پهاڙي سلسلي ۽ مشرقي ترڪستان جي وچ مان رستو ڳولڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو ۽ پوءِ ايئن جيئن ڊيورنڊ چيو تہ راند شروع ٿي ويئي.

**برطانوي فوجي آفيسر روسي ڪيپٽن جي نقشي تي چا ڏٺو:**

ڪيپٽن ينگهزبينڊ 8 آگسٽ 1889ع ڪشميري ۽ گورکا سپاهين جي هڪ گروپ سان ليهہ کان قراقرم جي رستي ٻارنهن هزار فوٽ بلندي واري ڳوٺ شاهد الله جي طرف روانو ٿيو. اتي اڪثر واپاري رهندا هئا. جيڪي ليهہ يارڪنڊ روٽ سان سفر ڪندا هئا. هي انهن واپارين سان لڪل رستن بابت معلومات وٺڻ لاءِ 15 ڏينهن سفر ڪري ايترا ڪشالا ڪٽي پهتو.

ڪيپٽلا ينگهزبينڊ ان ڳوٺ کان پوءِ 41 ڏينهن جو مشڪل ۽ اڙانگو سفر ڪري ڏاڙيلن جي هڪ قلعي ۾ پهتو اتان شمال لنگهہ تي ويهي ايندڙ ويندڙ ماڻهن تي نظر رکي سگهيو ٿي. ان قلعي ۾ رهي اتي موجود ماڻهن کان معلوم ڪيو تہ ليهہ يارڪنڊ واري رستي تي ڪنهن جي چوڻ تي قافلن کي ڦريو ۽ لٽيو ويجي ٿو. اتي رهڻ دوران هن کي خبر پئي تہ روسي ڪيپٽن گرومچيو وسڪي علائقي ۾ واپس اچي چڪو آهي. ان سان هن ملڻ جي خواهش ظاهر ڪندي ملاقات ڪئي. هن جي روسي ميزبانن هن کي پرتڪلف کاڌا کارايا ۽ ووڊڪا شراب پياريو.

هن برطانوي ڪيپٽن، روسي ڪيپٽن جي نقشي تي پامير جي پهاڙي رستي تي هڪ ڳاڙهو نشان لڳو ڏٺو. هاڻي هن ڳالهہ ۾ ڪوبہ شڪ نہ رهيو هو تہ روس کي هن سنسان علائقي جي باري ۾ سڀ خبر آهي. جتان کان روس، افغانستان، چين ۽ هندوستان جون سرحدون ملن ٿيون. پيٽر هو پڪرڪ لکي ٿو تہ گرومچيوسڪي برطانوي آفيسر تي واضع ڪيو تہ روس جا فوجي آفيسر ۽ جوان هڪڙي ڳالهہ جو انتظار پيا ڪن تہ ڪڏهن هندوستان تي حملي ڪرڻ جو حڪم ملي ٿو.

ٻن مخالف سلطنتن جا آفيسر هن بلند بالا برف پوش چوٽين جي چانوَ ۾ ڪچهري ڪندي پنهنجن پنهنجن حڪومتن جي پاليسين جو دفاع ڪري رهيا هئا. هڪٻئي جي حڪومتي ارادن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا ۽ غير محسوس طريقي سان هڪٻئي کان معلومات بہ وٺي رهيا هئا. ٽي ڏينهن گڏ رهڻ کان پوءِ هو پنهنجي پنهنجي ڳجهي مشن تي روانہ ٿي ويا. روس، برطانيہ ۽ چين جي هن گريٽ گيم ۾ ڪيترائي آفيسر، سپاهي ۽ ايجنٽ هئا جيڪي هن ڪم دوران پنهنجي جان جا نذرانہ ڏيئي مري ختم ٿي ويا.

**گريٽ گيم ختم ڪيئن ٿي؟**

سن 1905ع ڊسمبر ۾ برطانيہ ۾ سر هنري ڪيمبل بينرمين جي اڳواڻي ۾ نئين ڪابينا وجود ۾ آئي. پيٽر هو پڪرڪ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ روس ۽ برطانيہ جي حڪومتن پاڻ ۾ سوچ ويچار ڪيو تہ ايشيا جي جهڳڙن کي هميشہ لاءِ حل ڪري ڇڏجي. جنهن تي ٻنهي ملڪن جو تمام گهڻو وقت ۽ توانائي خرچ ٿي آهي. ان ڪم لاءِ ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ هلندڙ ڳالهين ۾ صرف ٽن ملڪن جنهن ۾

تبت، افغانستان ۽ ايران تي ڳالهہ ٻولهہ هئي. اهي ٽيئي ملڪ هندوستان جي بچاءُ لاءِ تمام ضروري هئا. تمام گهڻن اختلافن ۽ ڏي وٺ کان پوءِ 1907ع ۾ برطانوي وزير خارجہ سر ايڊورڊگري ۽ روس جي وزير خارجہ اليگزينڊر ازولسڪي جي وچ ۾ اتفاق راءِ ٿي ويو. گريٽ گيم پنهنجي خاتمي طرف وڌي رهي هئي. 31 آگسٽ تي سينٽ پيٽرزبرگ ۾ انتهائي رازداري سان روس ۽ برطانيہ وارن هڪ ناهہ تي صحيحون ٿي ويون. ان ۾ طئي ٿيو تہ ٻئي طاقتور تبت ۾ مداخلت نہ ڪندا، جيڪڏهن ڪوبہ معاملو ٿيو تہ چين جي مدد سان حل ڪيو ويندو.

روس وارن افغانستان تي برطانيہ جو اثر تسليم ڪري ورتو. ٻنهي ملڪن پنهنجا ايجنٽ افغانستان ۾ نہ موڪلڻ جو واعدو ڪيو. برطانيہ وچ ايشيہ ۾ زار جي حڪمراني تسليم ڪئي. ايران آزاد ملڪ طور تسليم ڪيو ويو. ايران جي اتر ۽ وچ وارن حصن تي روس جو اثر تسليم ڪيو ويو. ان جي ڏاکين علائقن تي برطانيہ جو اثر تسليم ڪيو ويو. هن معاهدي کان پوءِ برطانيہ کي روس جو ڊپ ختم ٿي ويو. هن گريٽ گيم ۾ اندازن هڪ صدي لڳي ويئي، ٻنهي ملڪن جي بهادر ماڻهن جون زندگيون ختم ٿي ويون. آخر ۾ مسئلو سفارتڪاري جي ذريعي حل ٿيو.

پيٽر هو پڪرڪ لکي ٿو تہ پهرين جنگ عظيم سن 1914ع ۾ روس ۽ برطانيہ ايشيا ۽ يورپ ۾ جرمني ۽ ترڪي جي خلاف اتحادي جي حيثيت ۾ شامل هئا. ليڪن پوءِ روس ۾ سن 1917ع ۾ انقلاب اچي ويو نئين حڪومت جي طرفان 1907ع ۾ ڪيل سيئي معاهدا ختم ڪيا ويا. پيٽر هو پڪرڪ لکي ٿو تہ ان کان پوءِ گريٽ گيم نئين روپ ۾ ٻئي دفعا وري شروع ٿي ويئي.

# قديم دور جون عظيم فلسفي عورتون

سنڌيڪار: حاڪم جتوئي

اڄ دنيا ترقي جي معراج کي ڇهي رهي آهي ۽ هڪ (Global village)عالمي ڳوٺ بڻجي چڪي آهي. هاڻي به پنهنجي پيل معاشرن جا فرد شايد اهو سمجهن ٿا ته قديم ترين تهذيبن جو دور جهالتن جو دور هو. اسان جا تاريخدان انساني تهذيبي ارتقا جي حوالي سان ٻڌائيندا آهن ته شروعاتي معاشرا مادري (اهڙا معاشرا جن جي اڳواڻي عورت ڪندي هئي) هئا. مرد ٽولن ۾ شڪار ڪندا هئا ۽ عورتون جڙي ٻوٽيون ۽ ميوا وغيره تلاش ڪنديون هيون ۽ ائين عورتن ٻجن مان فصل پوکڻ جو فن ڳولهي لڌو مطلب زراعت جي شروعات عورت ئي ڪئي ۽ عورت ئي گهر جي سربراه بڻي. تنهن ڪري انهن معاشرن کي مادري معاشرو چيو ويو.

اسان جا ڪجهه جديد دانشور اڃا تائين بلڪ اڄ به عورت کي مرد جي برابر مڃڻ لاءِ تيار نه آهن ۽ ان کي نازڪ، ڪمزور ۽ گهٽ عقل واري چوندي عار محسوس نه ٿا ڪن.

بهرحال قديم دور جون تهذيبون جن ۾ سميري تهذيب، بابلي تهذيب، ميسوپوٽيمان جي تهذيب، مصري تهذيب، فونيقي تهذيب ۽ سنڌو ماٿري جي تهذيب ختم ٿي چڪيون آهن پر آثار قديم جي ماهرن جديد سائنسي انداز ۾ انهن گمشده تهذيبن جي آثارن مان جيڪو علمي خزانو لڌو آهي اهو ڏسي دنيا حيران ٿي وئي آهي. خاص طور تي ان ڳالهه جو انڪشاف ٿيو آهي ته قديم دور ۾ به عورتون مردن کان وڌيڪ عالم فاضل هيون ۽ سائنسي علمن تي مهارت رکنديون هيون. اهي ڊاڪٽر به هيون، فلسفي به هيون، علم نجوم جون ماهر به هيون، شاعر به هيون ۽ ڪيترن ئي عقلي علمن جون استاد به هيون.

هنن مضمونن جو سلسلو به انهيءَ حوالي سان آهي ۽ پهريون دفعو قديم دور جي اهڙين ئي عالم فاضل عورتن کي ڳولهي لڌو آهي ۽ عورتن تي لکيو آهي. يقينن هي مضمون پڙهڻ وارن کي ماضي جي قديم فلسفي عورتن جي باري ۾ اعليٰ قسم جي معلومات ڏيندو.

**پي سيشت (Peseshet)** : قديم مصر جو شاندار تمدنن ۽ قديم مصر جا علم جن ۾ فلسفو علم نجوم، رياضي، طب ۽ علم فلڪيات شامل آهن. قديم مصر جي ٻئي ۽ ٽئين خانوادون جو دور جيڪو 2100 ق.م کان 3100 ق.م تائين آهي. ان دور ۾ هي علم پنهنجي عروج تي هئا. هي دور عملي سائنس جو دور هو ۽ ان دور ۾ عورتن عملي سائنس ۾ مهارت حاصل ڪئي. پنهنجي ان فني ۽ سائنسي مهارت سان پنهنجي معاشري جي ماڻهن جي خدمت ڪئي. اهڙين عورتن کي حڪمران تمام گهڻي عزت ۽ مان ڏيندا هئا ۽ انهن جو نالو انهن جي علم ۽ خدمتن جي حوالي سان سرڪاري دستاويزن ۾ لکيو ويندو هو. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته حڪومت جي طرفان انهن کي وظيفو به ملندو هو.

مصر ۾ انهن علمن ايتري ته ترقي ڪئي هئي جو رومي ۽ يوناني تهذيبن جا ماڻهو مصر ۾ انهن علمن کي سکڻ لاءِ ايندا هئا. ڇو ته هي علم انسانن کي تمام گهڻو فائدو پهچائيندا هئا. انهن علمن انسانن جي زندگين ۾ تمام گهڻيون مثبت تبديليون پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. تنهن ڪري انهن علمن جي اهميت به وڌي وئي هئي.

جيتوڻيڪ رومي ۽ يوناني تهذيبن به ترقي حاصل ڪئي هئي. پر اُتي عورتن کي اها آزادي نه ڏني وئي هئي ته اهي مردن وانگر هر طرح جو علم حاصل ڪري سگهن. عورتون پنهنجي مرضي جي تعليم حاصل ڪري پنهنجي مرضي جي پيشي جي چونڊ ڪري سگهن. مصري حڪمرانن جي ٻئي ۽ ٽئين خانوادي جي دور ۾ بيشمار عورتون مختلف علمن جون عالم ۽ ماهر هيون ۽ خاص طور تي طب جي پيشي سان لاڳاپيل هيون. عورتون، مردن جي مقابلي ۾ بطور طبيب گهڻيون مشهور هيون. اهڙيون عورتون سرڪاري رڪارڊ تي هونديون هيون. تحقيق مان خبر پئي آهي ته ان دور ۾ هڪ سو کان وڌيڪ طبيب عورتون هيون جن جو نالو سرڪاري رڪارڊ ۾ موجود آهي. اهڙين طبيب عورتن جو تمام گهڻو احترام ڪيو ويندو هو ۽ انهن کي تمام گهڻي اهميت ڏني ويندي هئي. انهن کي سرڪاري تحفظ حاصل هوندو هو.

پيدائش ۽ موت به اهڙا مرحلا آهن جنهن جي لاءِ ماهر دائي ۽ مذهبي رسمن جي ماهرن جون خدمتون حاصل ڪرڻ ضروري هوندو هو. "پي سيشت" به هڪ اهڙي ئي ماهر عورت ڊاڪٽر هئي، جيڪا هڪ دائي ۽ ٻين بيمارين جو علاج ڪرڻ جي ماهر هئي. ان جو نالو قديم مصر جي دستاويزن ۾ ان ڪري درج آهي ته هوءَ شاهي خاندان جي ماڻهن جي ذاتي معالج به هئي ۽ ان کي ان دور جي معالجن جي سربراه به بڻايو ويو هو. هي هڪ تمام وڏو سرڪاري اعزاز هو.

مصر جي قديم بادشاهت جا جيڪي مقبرا مليا آهن ان ۾ "سقاره" جي هڪ مقبري جي ديوار تي "پي سيشت" جي چٽيل يا نهيل تصوير (شبيه) جي هيٺان ان جو نالو ڪجهه هن طرح درج آهي. (Ovserseer of Doctor) جنهن جو مطلب آهي ته ڊاڪٽرن جي سربراهه.

# شاگرد سياست جي اهميت



عذير عابد

انسان اها مخلوق آهي جيڪا پنهنجي چوڌاري موجود ماحول ۽ فطرت سان جڳن کان هٿ چراند ڪندي آئي آهي. فطرت سان جنگ، جهيڙو ۽ فطرت جي دوستي مان ماڻهو کي ڪيئي فائدا ٿيا، نتيجي ۾ تاريخ جو ڦيٿو اڳتي وڌندو رهيو آهي . انسان باھ ڳولهي لڌي، زراعت ڳولي لڌي ۽ مشيني انقلاب بہ آڻي ڏيکاريو انساني تاريخي ۾ آهي ٿئي ڪم وڏا ڪارناما ڪري ليکيا ويندا آهن.

ماڻهن سماج اڏيا، شهر اڏيا ۽ گڏجي سڏجي زندگي گذارڻ لڳا. رياست جو بہ بنياد پيو. تنهن ڪانپوءِ رياست جي ڪاروهنوار کي هلائڻ لاءِ سياست جي بہ ضرورت پئي. سياست مسئلن کي حل ڪرڻ، انساني معاشري ۾ جرم جون پاڙون پٽڻ جو نالو آهي. جتي جتي مسئلا ۽ مونجهارا موجود آهن اتي سياست ٿي سگهي ٿي. چو تہ سياست رياست جي ڪاروهنوار کي هلائڻ جو نالو آهي. وسيلن جي ونڊ ورڇ ڪيئن هئڻ گهرجي. ملڪي نظام ڪهڙو هئڻ گهرجي؟ صحت ۽ تعليم لاءِ بجيٽ ڪيتري هئڻ گهرجي؟؟ روزگار جا مسئلا ڪيئن حل ڪجن.؟ اهو سڀ ڪجھ سياست طئي ٿي ڪري. سياست سموري دنيا ۾ خاص طور ترقي يافتہ ملڪن ۾ معاشي ۽ معاشرتي مسئلن کي حل ڪرڻ جو علم يا فن آهي. پر اسان وٽ بدقسمتي سان سياست لفظ خوار ۽ بدنام آهي، انجو سبب اهو آهي جو اسان وٽ هن ملڪ جي وجود ۾ اچڻ کان وٺي حقيقي عوامي سياست نہ ٿي سگهي آهي. جيڪي عوامي ڌريون هيون ۽ آهن. اهي رياست جي سڌي يا اڻ سڌي عتاب هيٺ رهيون آهن. پاڪستان ۾ وفاقيت، جمهوريت ۽ آئين جون پهرين ڏينهن کان ڌڄيون اڏايون ويون آهن. ملڪ جي عمر جي اڌ کان وڌيڪ عرصي تائين آمريت رهي آهي.

جڏهن ئي کان ملڪ نئون هي آيو وجود ۾ آ
تڏهن کان آمرن جي اچ وچ لڳي پئي آ (راشد مورائي)

اهڙي سياسي ماحول ۾ ظاهر آ سياست هڪڙي گار ئي ٻڻبي، پر هاڻي وري ٻيهر سياسي ڪلچر نئين آب تاب سان پروان چڙهي پيو. جتي جتي مسئلا ۽ مونجهارا آهن، سماج ۾ غربت، صحت، تعليم، اٽي، لٽي، انصاف، روزگار جا مسئلا آهن تہ انهن سمورن مسئلن تي سياست ٿي سگهي ٿي ۽ ٿئي پئي. ساڳي طرح هر طبقي جا مسئلا آهن، وڪيلن، ڊاڪٽرن، انجنيئرن، استادن، شاگردن جا بہ ڪيئي مسئلا آهن، ان لاءِ آهي سڀ طبقا سياست ڪري سگهن ٿا، چو تہ سياست مسئلن ۽ مونجهارن کي حل ڪرڻ جو نالو آهي. تنهن سبب جي ڪري وڪيلن، ڊاڪٽرن ۽ استادن جون يونين آهن. پر شاگرد يونين تي پابندي آهي. جڏهن تہ شاگرد سياست جي تمام گهڻي اهميت هن ملڪ ان ڪري بہ آهي جو اسان وٽ تعليم جو بيڙو ٻڏو پيو آهي، اسانجو نصاب لولو لنگڙو آهي. ان حد تائين جو اسانجو سائنسي نصاب بہ سائنسي طرز جو ناهي. نصاب ۾ پڙهائي ويندڙ تاريخ ۾ جيڪي هيروز اسانکي ٻڌايا ۽ پڙهايا وڃن ٿا انهن جو تعلق يا تہ هندستان سان آهي جيئن سر سيد احمد خان ۽ محمد علي جوهر وغيره.

تنهن کان علاوه پاڻي، هاسٽل، فيس ۽ پوائنٽ بسن جي مسئلن سميت شاگردن جا ڪوڙسارا مسئلا آهن جن جي حل لاءِ شاگرد سياست ۽ شاگرد يونين جي اشد ضرورت آهي. نہ تہ ٻي صورت ۾ اڄ جي صورتحال اسانجي سامهون آهي، جو پٽيوالا ۽ بسن جا ڊرائيوار بہ شاگردن ۽ شاگرديائين کي بليڪ ميل ڪن ٿا. استاد تہ شاگرد کي پنهنجو غلام ۽ پاڻ کي ڪلاس جو بادشاھ سمجهندا آهن ۽ سوال ڪرڻ تہ مارڪون ڪٽيون ونديون آهن.

شاگرد سياست منجهان ئي ٻي سموري سياست جنم وٺي ٿي. شاگرد سياست مضبوط ناهي تہ ملڪي سياست بہ عوامي نٿي ٿي سگهي. شاگرد سياست کي مضبوط ڪرڻ ڪانپوءِ ئي اسان وڏيرن ۽ پيرن مان جند ڇڏائي

سگھون ٿا ۽ هن ملڪ جي موروثي سياست مان جان آجي ڪرائي سگھون ٿا.

*ساري زمين کو گھيرے ہوئے ہيں آخر چند گھرانے کيوں،*

*نام نبي کا لينے والے الفت سے بيگانے کيوں. (جالب)*

هن ملڪ جي سياست تي چند گھراڻا ئي قابض آهن، جيڪي وري پاڻ ۾ مٽ مائٽ آهن . هن سموري نڳي جي ناهه ڪي شاگرد سياست ۽ عوامي سياست جا هٿ مضبوط ڪري ئي ڏاهي سگھجي ٿو.

شيخ مجيب جيڪو بنگال جو وڏو قومي اڳواڻ ٿي اڀريو هو پنهنجو دور جو شاگرد اڳواڻ رهيو هيو. 1948ع کان وٺي 1952ع تائين بنگال ۾ بنگلا ٻولي کي قومي ٻولي بڻائڻ واري جدوجهد ۾ مجيب بطور شاگرد اڳيان اڳيان هيو. تڏهن ئي ته هو عوامي ۽ جمهوري سياستدان ثابت ٿيو. جڏهن ته اسان وٽ پٽو صاحب بطور شاگرد سياست نه ڪئي آهي، تڏهن ئي شايد هو آمرانا ذهنيت جو مالڪ هيو.

ناميار صحافي حامد مير جنگ ۾ ڪالم لکيو هيو. جنهن ۾ هن لکيو ته ملڪ جو باني محمد علي جناح ملڪي سياست ۽ انتظامي ڪم شاگرد جي حوالي ڪرڻ چاهيا پئي ۽ ان لاءِ هن لاهور ۾ ڪجھ شاگرد سان ملاقات به ڪئي جنهن ۾ شيخ مجيب الرحمان به هيو.جناح چيو ته هو ملڪي سياست شاگردن جي هٿن ۾ ڏيڻ چاهي ٿو پر افسوس جو ايئن نه ٿي سگھيو. شاگرد سياست ئي سهي معني ۾ سياسي شعور کي پختو بڻائي سگھي ٿي. اسان وٽ جيڪو انفراديت جو لاڙو روز وڃي ٿو وڌندو ان کي شاگرد سياست ذريعي ئي روڪي سگھجي ٿو.

***

---

# ورڪرز ڪنوينشن ضلعو قمبر شهدادڪوٽ

ورڪرز ڪنوينشن قمبرشهدادڪوٽ عوامي تحريڪ جي مرڪزي صدر ڊاڪٽر رسول بخش خاصخيلي جي نگراني ۾ ٿي گذريو. هن اجلاس ۾ سنڌي هاري تحريڪ جي مرڪزي جنرل سيڪريٽري اسماعيل خاصخيلي ايڊووڪيٽ ۽ ساجد حسين مهيسر ايڊووڪيٽ خصوصي شرڪت ڪئي. اجلاس ۾ ضلعي جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن گھڻي تعداد ۾ شرڪت ڪئي، جنهن ۾ ڪاهوڙي غلام مصطفيٰ چانڊيو محبوب "رڪ" راهوجو غلام عباس کوکر، حميد انقلابي، عادل شيخ، پريم ڪونهارو عبدالوحيد، مقصود احمد، منير مگھڻهار، اياز جمال چانڊيو شيراز چانڊيو مصري چانڊيو عبدالنبي بروهي، عطا محمد ڪونهارو عابد منگي، روشن علي ڪنير، هوشو ڪنير، عبدالستار ٻرڙو، حامد علي چانڊيو رب رکيو قطب الدين، مختيار احمد چانڊيو ۽ ٻين ڪارڪنن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. ورڪرز ڪنوينشن ۾ ضلعي جي تنظيمي صورتحال ضلعي سيڪريٽري غلام عباس کوکر پيش ڪئي.

نصير آباد تعلقو: نصير آباد ۾ آرگنائيزنگ ڪميٽي موجود آهي، ان کانسواءِ ڳوٺ بازاري ڪانڌڙا ۽ منل چانڊيو ۾ رابطا آهن. موندر لاڪا ۾ عوامي تحريڪ جو يونٽ موجود آهي ۽ يونٽ جي آرگنائيزنگ ڪميٽي پڻ جڙيل آهي جنهن جو آرگنائيزر عطا محمد ڪونهارو آهي. نصير آباد شهر ۾ پڻ ڪجھ دوست موجود آهن.

قمبر تعلقو: آرگنائيزنگ ڪميٽي آهي. ڳوٺ دليل ٻرڙو ۽ ڳوٺ ڇڄڙا ۾ رابطا آهن. شهدادڪوٽ: شهدادڪوٽ ۾ آرگنائيزر مقرر آهي ۽ ڪجھ دوست پڻ آهن. وارهه تعلقو: تعلقي آرگنائيزنگ ڪميٽي جڙيل آهي، شهر ۾ ڪافي دوست موجود آهن ان کانسواءِ ڳوٺ غازي خان مرڪنڊ، خاطر خان چانڊيو سبز خان چانڊيو گاجي ڪهاوڙ شهبيگ چانڊيو ۾ رابطا موجود آهن ۽ سائين رکيو چانڊيو ۾ هاري تحريڪ جو يونٽ موجود آهي جنهن جو آرگنائيزر حامد چانڊيو آهي.

ضلعي آرگنائيزنگ ڪميٽي نئين سر جوڙي وڃي ٿي جنهن ۾ آرگنائيزر محبوب "رڪ" راهوجو سيڪريٽري غلام عباس کوکر، ميمبرن ۾ ڪاهوڙي غلام مصطفيٰ چانڊيو اياز جمال، جاويد چنه، حميد انقلابي، عادل شيخ ۽ عطا محمد ڪونهارو چونڊيا ويا. ورڪرز ڪنوينشن کي ساجد حسين مهيسر، ساٿي اسماعيل خاصخيلي ۽ عوامي تحريڪ جي مرڪزي صدر ڊاڪٽر رسول بخش خاصخيلي تنظيمي صورتحال کانسواءِ سنڌ، پاڪستان ۽ عالمي سياسي صورتحال تي ڳالھ ٻولھ ڪئي.

17 سيپٽمبر تي ضلعي آرگنائيزنگ ڪميٽي جو اجلاس آرگنائيزر محبوب "رڪ" راهوجي جي اڳواڻي ۾ وارهه ۾ ٿي گذريو. اجلاس ۾ ڪامريڊ منان چانڊيو جي چاليهي ملهائڻ جي رٿابندي ڪئي وئي.

رپورٽ: حميد انقلابي

# برطانيا جي ينگ ڪميونسٽ ليگ (YCL)

## طرفان آڪس AUKUS جي اعلان جو ڏنل جواب (ترجمو: ڪاشف ملاح)

برطانيا جي ينگ ڪميونسٽ ليگ (YCL) جي مرڪزي ڪميٽي ايٽمي جارحيت واري نئين معاهدي AUKUS (آسٽريليا- يوڪي - يو ايس اي) جي اعلان جي جواب ۾ هيٺ ڏنل بيان جاري ڪيو آهي.

ينگ ڪميونسٽ ليگ (YCL) بورس جانسن جي رجعت پرست (ٽوري Tory) حڪومت جي لاپرواهي ۽ جارحاڻي ڪاررواين جي سخت مخالفت ڪري ٿي، ڪٺ پتلي حڪومت جنهن پنهنجي مداري آقا وائيٽ هائوس ۽ پينٽاگون جي حڪم تي، چين تي حملو ڪرڻ ۽ ڏکڻ_اوله ايشيا تي سامراجي قوتن جي ڪنٽرول کي هٿي وٺرائڻ لاء هڪڙو نئون عوام دشمن/ مڪرو معاهدو ڪيو آهي.

اسين سمجهون ٿا ته ”آڪس (AUKUS) اتحاد“ آمريڪا، برطانيا ۽ انهن جي ننڍي (جونيئر) سامراجي ڀائيوار آسٽريليا جي وچ ۾ فوجي تجربي، انٽيليجنس ۽ هٿيارن جي ڏي وٺ سان شروع ٿيندو. آسٽريليا ۾ ائٽمي آبدوزن جي تعمير ر ڳو ڏکڻ اوله ايشيا لاء ناهي پر سڄي دنيا کي ان ۾ شامل ڪندا جيئن خود برطانيا جي پنهنجي هٿياربند فوجن ۽ ائٽمي هٿيارن کي حقيقت ۾ آمريڪا جي پرڏيهي پاليسي ذريعي ڪنٽرول ۽ رهنمائي ڪندا.

جيتوڻيڪ آڪس (AUKUS) جا اڳواڻ واضع طور چين جو نالو وٺڻ ۾ ناڪام ويا آهن، (پر حقيقت ۾) عوامي جمهوريه چين چٽي طرح هن جارحاڻي نئين ائٽمي اتحاد جو نشانو آهي. آمريڪا جي نئين سرد جنگ مهم جي سلسلي ۾ هي هڪ خطرناڪ معاهدو آهي. آمريڪا چين جي پرامن ترقي واري ماڊل کان مسلسل خوفزده آهي. حقيقت ۾ هي (آمريڪا) دنيا جي وڏي معاشي طاقت (واري حيثيت) کان هٽندو پيو وڃي. اهي (آڪس وارا) پرعزم آهن ته هٿيارن جي ڊوڙ کي آڏي، چين کي دشمنن جي اڏن سان گهيرو ڪري ملڪ کي اندروني توڙي بيروني نقصان پهچائين.

تاريخ اسان کي ٻڌائي ٿي ته اهو چين ناهي جيڪو عالمي امن لاءِ خطرو آهي، پر سامراجي آمريڪا، هڪ اهڙو ملڪ آهي جنهن کي ڪڏهن به امن جي خبر ناهي رهي ۽ جنهن جون جنگيون ۽ مداخلتون اڄ ڏينهن تائين نسل ڪشي ۽ جنگي ڏوهن جو سبب بڻجي رهيون آهن.

هن معاهدي جي نتيجي ۾ هي دنيا پورهيت طبقي ۽ نوجوانن لاء وڌيڪ خطرناڪ بڻجي ويندي.

اهو (آڪس معاهدو) ڏکڻ- اوله ايشيا ۽ پوري دنيا ۾ وڌيڪ رت جي رانديون ۽ وڌيڪ اشتعال پيدا ڪندو. آمريڪا ۽ برطانيا جا سپاهي ملڪن کان هزارين ميل ڏورانهن علائقن ڏانهن موڪليا ويندا ۽ انهن کي چيو ويندو ته اهي بچاء ۾ مددگار آهن. وڌيڪ ايٽمي آبدوز دنيا جي سمنڊن ۾ ڦرندا وتندا ۽ حفاظت جي ناقصن انتظامن واري فوجي ٽيڪنالاجي جي ڪري (بحري جهازن سان) آمهون سامهون ٽڪرائجڻ ۽ حادثن جو وڏو خطرو هوندو.

جنگ ۽ فوجي اشتعال تي ٻن وڏين سامراجي طاقتن ان مهل هي زور لڳائڻ شروع ڪيا آهن جڏهن اسين پنهنجي حياتي ۾ مسلسل ماحولياتي تباهي کي منهن ڏئي رهيا آهيون ۽ وبائي مرضن ۾ جڪڙيل آهيون.

آمريڪا ۽ برطانيا جون فوجون دنيا جون سڀ کان وڏيون آلودگي ڪندڙ فوجون آهن, هن صورتحال ۾ (آلودگي ۾) اجا واڌارو ايندو. سامراج پنهنجو تلسط ۽ جبر برقرار رکڻ لاء خودڪشي پيو ڪري.

برطانيا ۾ عوامي ڀلائي جي شعبن مان ڪٽوتي ڪئي پئي وڃي ۽ پراڻيون ٽيڪسون بحال ڪري ان ۾ واڌارو ڪري پورهيت طبقي مٿان مڙهيو پيو وڃي, اسان کي ٻڌايو پيو وڃي ته وبائي مرض جي قيمت ادا ڪريو. جڏهن ته ساڳئي وقت ۾ هن مهل تائين اسين ايٽمي هٿيار ۽ جارحاڻي فوج برقرار رکڻ لاء اربين روپيا خرچ ڪريون پيا ۽ هاڻي اسين ڌرتي جي ٻي ڪنڊ تي فوجي مداخلت ڪرڻ لاء اربين روپيا خرچ ڪرڻ لاء تيار ٿي رهيا آهيون. (خوشحالي مٿان جنگ) جنگ بازي ختم ڪري خوشحالي ۽ خير خيريت ڏانهن قدم وڌايو وڃي. Warfare over welfare

اهو واضع آهي ته سامراج جنهن جي اڳواڻي آمريڪا ڪري رهيو آهي سو ان نيت سان تيزيء سان خطرناڪ ۽ لاپرواه ٿيندو پيو وڃي ته جيئن پوري دنيا تي پنهنجو قبضو ۽ تسلط بحال ڪري ۽ سوشلسٽ ڪيمپ تي حملو ڪري ۽ ان کي (وڌڻ کان) روڪي سگهي. اسان سامراجين جي وچ ۾ دشمني ۽ مقابلي جي تيزي کي پڻ ڏٺو آهي. فرانس جيڪو

آسٽريليا کي پنهنجا آبدوز وڪڻڻ جو پڪو پهه ڪري ويٺو هو تنهن پنهنجن سامراجي پائيوارن جي (طرفان ساٽس ڪيل) دغابازي تي احتجاج ڪيو آهي. هي اسان کي اهو به ٻڌائي ٿو ته جنگ ۾ واڌ ۾ عسڪريت پسندي جا اصل فاتح ڪير آهن (طاقتور فوج رکندڙ ۾ هٿيارن جي سوداگري ڪندڙ آهن يا) هٿيار ٺاهيندڙ ۾ اجاريدار جيڪي فوجي توسيع ۾ مداخلت جي حق ۾ حڪومتن ۾ لابنگ/ ڏڙابندي ڪندا آهن, سڀ جا سڀ اربين روپيا نفعي ۾ ڪمائيندا.

برطانيا جي نوجوانن ۾ دنيا جي نوجوانن وٽ سامراج جي بي پرواهيءَ واري جنگ ۾ گھلجڻ مان حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجھ به ناهي. جنگ ڏانهن هڪڙو قدم جيڪو اسان جي برادرين کي محروم ڪري ٿو اسان جي ڌرتي کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ٿو ۾ انسانيت جي وجود لاءِ خطرو بڻجي ٿو. برطانيا جي ينگ ڪميونسٽ ليگ پوري دنيا جي ڪامريڊ ساٿين سان هٿ ۾ هٿ ۾ ڏئي هلندي, جنگ جنون ۾ چين مخالف نسل پرستي جي خلاف آهي جيڪا هن (معاهدي) جو جواز جاڻائڻ لاء استعمال ٿئي پيو.

اسين مطالبو ٿا ڪريون ته:

- هڪ (اهڙي) پرڏيهي پاليسي جيڪا امن, تعاون ۾ بين الاقوامي ترقي تي جي بنياد تي ٺهيل هجي نڪي جنگ ۾ ڀتا خوري جي بنياد تي.
- ناٽو آڪس ۾ آمريڪي سامراج جي چار ڪان فورن جند ڇڏائڻ.
- برطانيا پاران هڪ طرفو ايٽمي هٿيار گھٽائڻ.
- برطانيا جي فوجي اهلڪارن کي ڏورانهن ۾ پاڙيسري ملڪ مان ڪيڻ ۾ پرڏيهي اڏا بند ڪرڻ.
- برطانيا مان آمريڪا ۾ نيٽو جا فوجي اڏا ختم ڪرڻ.
- صحت, تعليم رهائش ۾ روزگار سميت پرامن مقصدن لاءِ دفاعي بجيٽ جي ڀيهر ورهاست ڪرڻ.
- آڪس, جنگ ۾ سامراجيت نه کپي! پائيدار امن لاءِ جدوجهد ۾ شامل ٿيو!

مرڪزي ڪميٽي ينگ ڪميونسٽ ليگ

17 سيپٽمبر 2021ع, لنڊن, برطانيا

---

# فڪرِ پليجو

- اُهي ماڻهو لکن جي تعداد ۾ جيڪي نانگن وانگر مٽي پيا ڪائين اُهي انقلاب آڻيندا, اُهي شهنشاهتن ۾ زلزلا وجهندا, اُهي ڪوٽ ڪيرائيندا, اُهي هماليه جبل کي اونڌو ڪندا. اُهي سڀ ماڻهو ننڍي ٻار کان وٺي ٻُڍي تائين وات ۾ ڪوبه چڱو نعرو هُجيس, مرد ۾ عورتون ننڍا ۾ وڏا, ٻار ٻچا سڀ حق جي جدوجهد ۾ اُٿي ڪڙا ٿيو سمجھ حاصل ڪريو هڪٻئي کان سکو هڪٻئي کي سيکاريو سڀ استاد ٿي وڃو سڀ شاگرد ٿي وڃو زبانون زبانون, نعرا نعرا, للڪارون للڪارون, سپنا سپنا, مجاهدي جي ديوار بنجي وڃو. (SST جي ڏهه سالا ڪنوينشن, جنگشاهي ۾ خطاب)
- باشعور ۾ باضمير ماڻهوءَ لاءِ ذهن, ضمير ۾ روح جا رشتا رت جي رشتن کان به وڌيڪ اهم آهن. اولاد, مائٽ ۾ عزيز قريب نهايت پيارا آهن, پر جن سان ذهن, ضمير ۾ روح جا رشتا آهن انهن سان پيار سان گڏ لازمي طرح عزت به هوندي آهي, انهن تي فخر به هوندو آهي. اها ڳالهه رت جي رشتن ۾ هر حالت ۾ لازمي ناهي. (وڳ ڪيئن وسرياءِ)

# چيني ڪميونسٽ پارٽي جا ٽي خلا باز خلا ڏانهن روانا



گذريل ڪجهه وقت ۾ چين دنيا جو واحد ملڪ آهي، جنهن پنهنجي الڳ خلا ۾ خلائي اسٽيشن ٺاهي موڪلي آهي، جنهن جو نالو ٽنحي خلائي اسٽيشن (Tianhe Space Station) آهي. جڏهن تہ ناسا جي اڳواڻيءَ ۾ دنيا جي 40 ملڪن جي گڏيل خرچ ۽ سهڪار سان بين الاقوامي خلائي اسٽيشن (International Space Station) خلا ۾ اڳي ئي موجود آهي. اُتي مختلف ملڪن جا سائنسدان ان خلائي اسٽيشن ۾ رهي ڪري تجربا ڪندا آهن پر آمريڪا ۽ يورپ وارن چين کي ان سهڪار ۾ شامل نہ ڪيو ان جي نتيجي ۾ چين وارن هاڻي ڪجهه عرصي ۾ پنهنجي الڳ خلائي اسٽيشن خلا ۾ قائم ڪئي آهي، پهرين کيپ ۾ چين جا ٽي خلاباز ٽن مهينن لاءِ خلا ۾ رهي آيا آهن. هاڻي ٻي کيپ ۾ ٽي ٻيا خلاباز وڃي رهيا آهن. چين جي اخبار گلوبل ٽائيم مطابق هي ٽئي خلاباز ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ميمبر آهن. انهن ۾ چين جي پهرين عورت خلاباز بہ شامل آهي جنهن جو نالو وانگ ياپنگ (Wang Yaping) عمر 41 سال ٻيو زائي زيگانگ (Zhai Zhigang) عمر 55 سال ۽ ٽيون يي گوانگ فو(Ye Guangfu) عمر 41 سال آهي. هي ٽئي خلاباز ايندڙ 6 مهينن لاءِ مٿي خلا ۾ وڃي چين جي خلائي اسٽيشن ۾ گذاريندا، اُتي مختلف تجربا ڪندا. هنن خلابازن کي لانگ مارچ 2F نالي راڪيٽ ۽ ان ۾ موجود شينزو_13 (Shenzhou_13) خلائي گاڏيءَ ذريعي ٽينحي خلائي اسٽيشن ۾ پهچايو ويندو.

هي راڪيٽ (Jiuquan Satlite Lanch Center) جيڪو اُتر اولهہ چين واري صوبي گنزو (Gansu) مان موڪليو ويندو. هي سينٽر دنيا جي مشهور گوبي رڻ پٽ جي وچ ۾ قائم ڪيل آهي. لانگ مارچ 2F نالي خلائي راڪيٽ 16 آڪٽوبر 2021ع ڇنڇر واري ڏينهن فجر جي وقت ٽائيم 0:23 am تي ٽي خلاباز کڻي روانو ٿيو. چينين ڇنڇر واري ڏينهن جي ان ڪري چونڊ ڪئي ڇو تہ، ڇنڇر واري ڏينهن تي اڄ کان 57 سال اڳ 1964ع ۾ پهريون ايٽمي ڌماڪو ڪيو هو. اهڙي طرح جڏهن خلابازن جي پهرين ٽيم خلا ۾ رهڻ لاءِ بہ ان ڏينهن تي موڪلي وئي هئي جڏهن 1967ع ۾ چين هائيڊروجن بم جو تجربو ڪيو هو. اها چين وارن جي خاصيت آهي تہ اُهي گذريل پنهنجي ڪيل ڪارنامن کي اهڙي طرح ياد ڪندا آهن.

لانگ مارچ 2F نالي راڪيٽ ڇنڇر واري ڏينهن 6 ڪلاڪ 30 منٽن تائين زمين کان خلا ۾ سفر ڪرڻ کان پوءِ خلائي گاڏي شينزو_13 راڪيٽ کان جُدا ٿي ٽينحي خلائي اسٽيشن جي هينيان ڪيبين سان جُڙي وئي، ان ۾ ويٺل خلاباز آرام سان اُڏامي خلائي اسٽيشن ۾ داخل ٿي ويا. هي اهڙي طرح داخل ٿيا جيئن ڪو ماڻهو نئين گهر ۾ داخل ٿيندو آهي. اُتي هڪ آرامده بيڊروم هو جنهن ۾ Wi_Fi ذريعي چين جا لائيو ٽي وي پروگرام هلي رهيا هئا. جڏهن خلاباز اُڏامي ڪمري ۾ داخل ٿيا پنهنجي پنهنجي هيڊ فون ذريعي چين ۾ پنهنجي گهر وارن سان ڳالهائي رهيا هئا. هنن پنهنجي سڄي سفر جي رپورٽ زمين تي قائم ڪيل ڪنٽرول سينٽر کي پڻ ڏني ان کان پوءِ هنن اُتي پهريون دفعو منجهند جي ماني کاڌي. هاڻي هي ٽئي خلاباز اپريل 2022ع ۾ واپس ٿيندا. هي پنهنجو ايندڙ نئين سال جو جشن خلا ۾ ملهائيندا.

گلوبل ٽائيم، 16 آڪٽوبر 2021ع

# غار کان ايوانِ صدر تائين



ايڪيهين صديءَ ۾ شايد اهڙو ڪو رهنما هُجي جيڪو اقتدار ۾ اچڻ کان پهريائين زندگيءَ جو ڪجهه حصو غار ۾ گذاري آيو هجي ۽ هارپو ڪري ٻنين ۾ ڪم ڪيو هجي. پنجاهه سال پهرين چين ۾ ثقافتي انقلاب جي دوران موجوده جن پنگ 15 سالن جي عمر ۾ ڪٺن ڳوٺاڻي زندگيءَ دوران زمين ۾ هارپو ڪندي گذاري هجي. جنهن علائقي ۾ شي جن پنگ رهندو هو اهو انقلاب دوران چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جو قلعو هو. 1968ع ۾ ثقافتي انقلاب دوران چيئرمين مائوزي تنگ جي حڪم تي لکين نوجوانن کي شهرن مان ڪڍي ٻهراڙيءَ جي علائقن ڏانهن موڪليو ويو ته هو هارين سان گڏجي هارپو ڪن ۽ انهن جي ڪٺن زندگيءَ مان سبق حاصل ڪن. صدر شي جن پنگ جو چوڻ آهي ته “هن اُهو سبق واقعي ئي سکيو. اڄ هن جي شخصيت تي نوجوانيءَ وارن ڏينهن ۾ غارن ۾ گذاريل انهن سالن جو گهرو اثر آهي. هن چيو ته ليانگ چاخر ۾ منهنجو دل آهي ۽ ليانگ چاخر مونکي ٺاهيو آهي.” ليانگ چاخر اهو علائقو آهي جتي هِن هارپو ڪيو. هي چوي ٿو ته “جڏهن آئون 15 سالن جي عمر ۾ اُتي ويس ته ٿورو پريشان ٿيس، جڏهن ته 22 سالن جي عمر ۾ اُتان کان واپس آيس ته منهنجي زندگيءَ جو مقصد واضح ٿي چُڪو هو ۽ آئون پُراعتماد ٿيس.” اُن زماني ۾ سيئي مائوزي تنگ جو ڳاڙهو ڪتاب پڙهندا هئا، جڏهن ته هاڻي چيئرمين شي جن پنگ جا قول وڏن وڏن ڳاڙهن بورڊن تي لکيل نظر اچن ٿا. هن جي اعزاز ۾ ليانگ چاخر ۾ هڪ عجائب گهر پڻ ٺهيل آهي. هو چين جي صدارت دوران هڪ عوامي رهنما طور مٿي اُڀري آيو آهي. هي ٻهراڙيءَ جي علائقن ۾ عوام جي وچ ۾ بيٺل نظر اچي ٿو. عام ماڻهن سان قطار ۾ بيهي گهر جو سامان خريد ڪندڙ رهنماءُ آهي. شي جن پنگ چوي ٿو ته “جن ماڻهن وٽ اقتدار جو گهٽ تجربو آهي اُهي ان کي پُراثرار ۽ انوکو سمجهن ٿا، آئون ان کي سطحي شين کان بالاتر ٿي ڏسندو آهيان. آئون اقتدار کي گهرائيءَ سان سمجهان ٿو.” 60 واري ڏهاڪي ۾ ڳوٺاڻي زندگي تمام ڏُکي هُئي. هُتي نه بجلي هُئي نه گاڏيون هُيون ۽ ڪم ڪرڻ لاءِ مناسب اوزار به نه هئا. نوجوان شي جن پنگ انهن ڏينهن ۾ مال جو پاڻ ڪٽڻ، ننڍا ڊيم ٺاهڻ ۽ رستن جي مرمت ڪرڻ جو ڪم ڪندو هو. هو غار ۾ سِرن جي ٺهيل دِڪي تي، مُنگهڻن سان ڀريل بستري ۾ سُمهندو هو. هنن کي کاڌي ۾ ڏارو، جهنگلي ٻوٽيون، ٻاف تي پڪل ماني ملندي هُئي. هُن جي هڪ دوست جو چوڻ آهي ته هي رات جو گاسليٽ تي ٻرندڙ چمنيءَ جي روشنيءَ تي پڙهندو رهندو هو. شي جا دوست ٻڌائن ٿا ته هن وٽ حسِ مزاح جي نالي ڪابه شئي نه هُئي، هُو نڪي راند کيڏندو هو، نڪي دوستن سان گڏ ڪٿي ويندو هو. 18 سال جي عمر ۾ هو سياسي ميدان ۾ لهي چُڪو هو. هي پهرين ڪميونسٽ يوٿ ليگ ۾ شامل ٿيو. 21 سالن جي عمر ۾ باقائدي طور پارٽيءَ جو ميمبر ٿيو، هي آهستي آهستي پارٽيءَ جي قيادت ۾ اڳيان وڌندو ويو. پهرين هي فوج ۾ ڀرتي ٿيو، پوءِ صوبائي قيادت جو حصو ٿيو، مسلسل اڳيان وڌندو ويو. هن جي پيءُ پارٽيءَ جو پراڻو ڪارڪن ۽ اڳواڻ هو. شي جن پنگ پنهنجي شروعاتي زندگيءَ جا غار ۾ گهاريل ڏُکيا ڏينهن ڪڏهن به نه وساريا آهن. شي جن پنگ 2012ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل ۽ چين جو صدر ٿيو، هن جي دور ۾ سال 2020ع ۾ چين جي 80 ڪروڙ ماڻهو غربت مان ٻاهر نڪري آيا. چون ٿا ته هاڻي چين ۾ ڪوبه غريب نه آهي، غربت جي ليڪ کان ڪوبه هيٺ نه آهي.

# سنڌ جو عوامي شاعر استاد بخاري

غلام علي زئور

استاد بخاري سنڌ جي هيٺين طبقي جو هڪ باڪمال شاعر آهي. سندس شاعري انقلاب جي روح روان، اميدن سان ڀرپور هڪ تلخ تاريخ جي سچ ڏانهن ويندڙ رستي تي مائل ڪندڙ آهي. سندس شاعري ۾ ڪمال اهو ئي آهي جو هو ڪي ڏکيا اصطلاح گھڙيندڙ نه پر نج عوامي ٻولي ۾ شاعري ڪري عوام کي ظلم ۽ جبر خلاف وڙهڻ ۽ هن مُڏي خارج سماج کي تبديل ڪرڻ جو گس ٿو ڏسي. هڪ عوامي شاعر جو اهو ئي ڪمال هوندو آهي ته هو ان عوام جي ترز زندگي واري عمل کي ڏسندي بنا ڪي ڏکيا لفظ گھڙيندي عوامي ٻولي ۾ پنهنجي شاعري کي پيش ڪري، جيئن سندس هي شعر ته:

تمنا ۾ تحريڪ موجود آ،
ترقي جي تاريخ موجود آ،
جتي آرزو آ، اتي جستجو آ،
زماني جي تصديق موجود آ.

معنيٰ ته زماني ۾ آرزو ۽ جستجو کان سواءِ سماج ڪڏهن به تحرڪ ۾ نٿا اچن ۽ جتي ترقي جا خواب ڏسبا هجن، انهن لاءِ ميدان به ملهائبا آهن ۽ اصل اهي ئي زمانا ڪونبا آهن.

استاد وٽ اميد ۽ حوصلا افزائي لاءِ ڪوڙ مثال آهن جيڪي هو بار بار پنهنجي شاعري ۾ پيش ڪري ٿو. ماٺ ڪري ويهي رهڻ يا محنت نه ڪرڻ کان استاد نپ انڪار ٿو ڪري سندس هي شعر ته:

پڙهيل ماڻهو پليل ماڻهوءَ کي سمجهائي،
پڙهائيءَ جي ائين تحريڪ تي ويندي،
برابر سنڌ سورن ۾ ٿي ڇيڇلائي،
دوا ٿيندي ته رڳ رڳ نيڪ ٿي ويندي.

اسان جي هن سماج کي تبديل ٿيڻ لاءِ ڪي جدوجهد جا نوان گس ۽ پيچرا ڳولهي انهن تي جدوجهد ڪرڻي پوندي ۽ نيٺ ته هي سنڌ جيڪا سدائين سورن ۾ رهي آهي، ٻين جي غلام ۽ ظالماڻي حڪومتن هيٺ هميشه ولوڙجي آهي اها نيٺ ته سوڀاري ٿيندي. پر ان لاءِ رڳو ماٺ ڪري ويهي نه رهبو پر جنگ ۽ جدوجهد ڪبي ۽ ان آمراڻي سماج کي جدوجهد ذريعي ڊاهي پٽ ڪبو جيئن استاد چوي ٿو:

ها جنگ کان هن دور کي نفرت آهي،
پر جنگ ته انسان جي فطرت آهي،
دل ۾ نه ڪجان، امن جا عاشق "استاد"
ظالم سان ته لڙڻ جي ضرورت آهي.

معنيٰ امن تڏهن قائم ٿي سگهندو جڏهن هن ظالم سماج خلاف جنگ وڙهي ان کي جيسي نيست ۽ نابود نه ڪري ڇڏبو.

استاد وٽ تاريخ جو هڪ وهڪرو آهي، سائنسي خيالن جو ۽ تاريخي لحاظ کان جيڪو هڪ تسلسل جُڙندو اچي استاد ان جي بنياد تي ئي جدوجهد ڪرڻ ۽ سماج کي تبديل ڪرڻ جي ترتيب ٿو ڏسي ته:

چوڪٺي رڪجون رفيقو ارتقا رڪجي نه ٿي،
زندگي جي آرزو ۾ جستجو ٽڪجي نٿي.
ساٿيو سندرا ٻڌي، هلندا هلو وڌندا هلو،
پاڻ ڇو ويهي رهون، دنيا جڏهن ويهي نه ٿي.

استاد بخاري "ڀهرين ڀيا اٿي ميدان ۾ اچن ته پوءِ آئون اچان" واري رد خيالن جو قائل ناهي پر هو "هڪڙو ماڻهو لک ٿيئي ٿو" واري تاريخي سچ جو قائل آهي. هو هميشه پاڻ کي اوليت ٿو ڏي ته ٻيا اٿن نه اٿن، ٻيو ڪير شروعات ڪري يا نه ڪري پر آئون هن سماج کي تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ۽ پنهنجي وس آهر پنهنجو وارو وڄائي ويندس. پوءِ نيٺ ته قافلا اٿندا ۽ سوين پره جا پيغام ايندا جيئن سندس هي شعر ته:

مان ٻين وانگر اڪيون ٻوٽي سمهان،
رات جي تارن کي تڙپائيندو ڪيرا!
مان به جي مدهوش ٿي ليٽي پوان،
پره جا پيغام پهچائيندو ڪيرا!

هڪ عوامي شاعر ۽ انقلابي شاعر جو جوهر اهو ئي هوندو آهي ته هو عوامي ٻولي ۾ پنهنجي قوم کي سجاڳ ڪري ۽ انکي انقلاب لاءِ آماده ڪري ۽ استاد بخاري پنهنجي شاعري ۾ اهو ئي ساهه ڦوڪيو آهي جيڪا انقلابي تحريڪن ۾ هڪڙو جوش، جذبو، تحرڪ ۽ روح ڦوڪيندڙ آهي.

سمونڊن کي هوندا ڪنارا به آهن،
ڇهاڙن ۾ ووڙيو ته چارا به آهن،
جي جرڪي جيئڻ جو پڪو فيصلو آ،
ته هن جُوءِ ۾ جيءَ جيارا به آهن.

# چين جي فلم هالي ووڊ جي فلمن کي شڪست ڏني




چيني فلم "The Battle at Lake Changjin" دي بيٽل ايٽ ليڪ چانگجن نالي سان رليز ٿي آهي. پنهنجي رليز ٿيڻ جي ٻن هفتن ۾ باڪس آفيس تي هالي ووڊ جي فلم جيمز بانڊ No Time to Die ۽ The Legend of Ten Ring جهڙين فلمن کي شڪست ڏئي 63 ڪروڙ 30 لک ڊالر ڪمايا آهن. هي چيني پروپيگنڊ فلم آهي جيڪا 1950ع واري ڏهاڪي ۾ ڪوريا جي جنگ تي ٺهيل آهي. هن فلم ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته ڪهڙي مشڪل صورتحال جي باوجود چين جا فوجي آمريڪي فوجين کي شڪست ڏين ٿا. هي فلم آمدنيءَ جي لحاظ کان چين جي سيني کان وڏي فلم ٿيندي پئي وڃي. چين ۾ ڪرونا جي وبا کان متاثر ٿيل فلمن جي صنعت لاءِ هيءَ وڏي خبر آهي. چيني رياست جي لاءِ به سُٺي خبر آهي. ماهر چون ٿا ته فلمي پروپيگنڊا جي ذريعي عوام کي متوجهه ڪرڻ ۾ وڏي مدد ملندي آهي. هن فلم کي چيني حڪومت جي سرپرستي حاصل آهي. گذريل سالن ۾ چين وارن جيڪي فلمون قومپرستيءَ تي مبني ٺاهيون آهن هي فلم اُنهن سيني کان وڌيڪ هِٽ ٿي آهي.

سال 2017ع ۾ هڪ چيني فلم "ولف واريئر ٽو" ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته ڪهڙي طرح هڪ چيني فوجي آفريڪا جي جنگ وارن علائقن ۾ سوين ماڻهن کي بچائي وٺي ٿو. هن فلم هڪ هفتي ۾ 1.6 ارب يوان ڪمائڻ جو رڪارڊ ٺاهيو هو.

هن فلم ۾ سياري جي موسم جي دوران هڪ وڏي جنگ جو منظر پيش ڪيو ويو آهي جنهن کي چين ڪوريا جي جنگ جي دوران اهم موڙ تصور ڪيو وڃي ٿو. چين جي هيءَ جنگ آمريڪي جهاريت کي روڪڻ ۾ ڪوريا جي مدد ڪرڻ لاءِ هئي. چانگ جن ڍنڍ تي هزارين نوجوان چيني فوجي پنهنجي جان جي قرباني ڏين ٿا ته جيئن آمريڪي فوج کي شڪست ڏئي سگهجي. هن فلم جي پسند ڪندڙ ماڻهن مان هڪڙي فلم جي ويب سائيٽ تي تبصرو ڪندي لکيو ته آئون فوجين جي قربانيءَ کان گهڻو متاثر ٿيو آهيان. موسم انتهائي خراب هئي پر هُو فتح ياب ٿي ويا. مونکي انهن تي فخر آهي. چين جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ملڪ ۾ نوَ ڪروڙ پنجاهه لک ميمبر آهن جيڪي يونٽ سطح تائين هن فلم کي ڏسڻ جي لاءِ پروگرام ٺاهي رهيا آهن. چين ۾ مقامي سطح تي ٺهيل فلم جي ايڏي وڏي ڪاميابي ڏسي غير ملڪي فلم ساز خاص ڪري هالي ووڊ وارا سخت پريشان آهن ته هو هاڻي چين جي وڏي مارڪيٽ ۾ ناڪام ٿي رهيا آهن.



# ”هڪ موڳو پوڙهو جنهن جبل ڏاري ڇڏيا“

چونڊ لکڻيون مائوزي تنگ | سنڌيڪار: محبوب ”رڪ“ راهوجو

اسان ڪامياب ڪانگريس ڪوٺائي آهي. اسان ٽي بنيادي ڪم ڪيا آهن: پهريون: اسان پارٽي جي عملي واٽ طئي ڪئي آهي (يعنيٰ اسان کي ڇا ڪرڻو آهي ۽ ڪيئن ڪرڻو آهي) ته جيئن عوام کي همت ۽ جرئت سان منظم ۽ متحرڪ ڪري سگھجي ۽ عوامي قوتن کي وڌائي سگھجي. اهڙي طرح عوام، اسان جي پارٽيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ جاپاني حملو ڪندڙن کي شڪست ڏئي ته جيئن اسين به مقصد حاصل ڪري سگھون. (1) سڄي ملڪ جي عوام کي آزاد ڪرايون. (2) هڪ نئين جمهوري چين جي تعمير ڪري سگھون. ٻيو: اسان پارٽيءَ جو نئون آئين منظور ڪيو آهي. ٽيون: اسان، پارٽيءَ جو رهنمائي ڪندڙ اِدارو يعني مرڪزي ڪميٽي چونڊي آهي. هاڻي اسان جو ڪم هي آهي ته پارٽي جي طئي ڪيل عملي واٽ تي عمل ڪندي، سمورن پارٽي ڪارڪنن جي رهنمائي (تربيت) ڪريون. هيءَ ڪانگريس ڪوٺائڻ اسان جي فتح آهي ۽ اها ٻڌيءَ ۽ ايڪي جو چٽو مثال آهي. هن ڪانگريس ۾ شريڪ ٿيندڙ ميمبرن (ڪارڪنن) ڪانگريس ۾ پيش ڪيل ٽن رپورٽن تي ڪارائتيون تجويزون ڏنيون آهن. ڪيترن ئي ڪامريڊن پاڻ کي تنقيد لاءِ پيش ڪيو يعني خود تنقيد ڪئي ۽ ٻڌي ۽ ايڪي کي اهميت ڏيندي، خود تنقيد ذريعي ٻڌي ۽ ايڪي سان ڪم ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو آهي.

هيءَ ڪانگريس ٻڌي ۽ ايڪي، خود تنقيد ۽ پارٽي جي اندروني جمهوري روايتن جو چٽو مثال ثابت ٿي آهي. ڪانگريس جي ختم ٿيڻ کان پوءِ ڪيترائي ڪامريڊ پنهنجن پنهنجن عهدن ۽ جنگي محاذن تي هليا ويندا. ڪامريڊو! توهين ڪٿي به وڃو توهان کي ڪانگريس جي عملي واٽ جي پرچار (پروپيگنڊا) ڪرڻي آهي ۽ پارٽي ڪارڪنن جي ذريعي وڏي پئماني تي عوام ۾ ان اهميت جي پرچار ضرور ڪرڻي آهي. ڪانگريس جي عملي واٽ جي پرچار ڪرڻ سان اسان جو حقيقي مقصد سڄي پارٽي ۽ سموري عوام ۾، انقلاب جي پڪي فتح جي باري ۾ اعتماد ۽ ڀروسو پيدا ڪرڻ آهي. تنهن ڪري اسان جي لاءِ ضروري آهي ته سڀ کان پهرين هراول جٿن جي سياسي شعور ۾ واڌارو ڪريون ته جيئن اهي مستقل مزاجي سان قرباني ڏيڻ کان خوف نه کائيندي فتح ۽ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ سمورين رڪاوٽن ۽ مشڪلاتن تي قابو پائي سگھن پر رڳو اهو ڪافي ناهي. اسان تي فرض آهي ته اسين سموري عوام جي سياسي شعور کي وڌايون ته جيئن اهي به رضاڪاراڻي نموني ۽ خوشيءَ سان اسان سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي، ويڙهه ۾ شامل ٿين. اسان کي سموري عوام ۾ اهڙو ويساهه پيدا ڪرڻ گهرجي جو اهي ائين سمجهن ته چين رڳو رجعت پسندن، ظالمن ۽ ڦرلٽ ڪندڙن جو ناهي بلڪ چين جا اصل ۽ حقيقي مالڪ هتي جو غريب عوام آهي. چين جي اوائلي هڪ لوڪ ڪهاڻي آهي ته ”هڪ موڳو پوڙهو جنهن جبل ڏاري ڇڏيا“ ان ڪهاڻيءَ ۾ ٻڌايل آهي ته آڳاٽي زماني ۾ اتر چين ۾ هڪ پوڙهو جبلن جي علائقي ۾ رهندو هو جنهن کي چيني عام ماڻهو اُترين جبلن جو موڳو (بيوقوف) پوڙهو سڏيندا هئا. هن جي گهر جو دروازو ڏکڻ طرف کان هو پر دروازي جي بلڪل ويجهو به وڏا جبل تهائي هانگ ۽ وانگ وو هئا، جيڪي سندس اچ وڃ ۾ رنڊڪ بڻيل هئا چاڪاڻ ته جبلن ۾ اتان ويجهڙائيءَ ۾ ڪو لنگهه موجود ڪونه هو. هڪ ڏينهن هن پنهنجي پٽن کي سڏيو ۽ (چنجُورا) ٽِيڪم هٿ ۾ ڪٽي، نهايت پختي ۽ اَٽل اِرادي سان جبلن کي ڪوٽڻ شروع ڪيو جيڪي هن جي اچ وڃ ۾ رنڊڪ هئا. اتان هڪ اڇي ڏاڙهي وارو بزرگ لنگهيو جنهن کي ماڻهو وڏو عقلمند سمجهندا هئا.

هُن پوڙهي کي جبل کوٽيندي ڏٺو ته ٽوڪ ڪندي، کيس چيو: ڪيڏو نه بيوقوفيءَ جو ڪم پيو ڪرين، ايڏن وڏن جبلن کي کوٽي، لنگهه ناهڻ ٻن چئن ماڻهن جي وَس جي ڳالهه ناهي.“ تنهن تي موڳي پوڙهي وراڻيو: ”جڏهن آئون مري ويندس ته منهنجا پٽ اهو ڪم ڪندا رهندا، جڏهن اهي مري ويندا ته منهنجا پوٽا اهو ڪم جاري رکندا، ائين انهن جا پٽ ۽ پوٽا، اهڙي طرح اهو اَڻٽُٽ سلسلو جاري رهندو، هي جبل برابر تمام گهڻا وڏا ۽ اونچا آهن پر اهي ان کان وڌيڪ وڏا ۽ اونچا نه ٿا ٿي سگهن، اسين جيترو به انهن کي ٽُڪينداسين، اهي جيئن پوءِ تيئن ننڍا ٿيندا ويندا. اسين انهن کي هڪ ڏينهن پڇي پورا پورا ڪري ڇڏينداسين. ڇا اسين انهن کي ڏاري، هٽائي نه ٿا سگهون؟“ ان کان پوءِ پوڙهو روزانو اَٽل اِرادي سان جبلن کي کوٽيندو ٽُڪيندو پورينڊو رهيو. موڳي پوڙهي جي

همت ۽ جرئت کي ڏسندي، خدا کي مٿس ترس آيو ۽ هن پنهنجا ٻه فرشتا موڪليا، جيڪي انهن جبلن کي پنهنجين پنين تي کڻي هليا ويا. اڄڪلهه چيني عوام جي ڪلهن تي پڻ ٻن وڏن جبلن جيڏو ڳرو بوجهه پيل آهي. هڪ سامراج ۽ ٻيو جاگيرداري. چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ انهن کي ختم ڪرڻ جو بوجهه پنهنجي ڪلهن تان ڪافي عرصي کان لاهي ڦٽو ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو آهي.

اسان کي مستقل مزاجيءَ سان لڳاتار اهو ڪم ڪرڻو آهي. اهڙي طرح اسان به خدا جي دل کي متاثر ڪنداسين. اسان جو خدا چيني عوام کان سواءِ ٻيو ڪونهي. جيڪڏهن اهي اٿي بيهي رهيا ۽ اسان سان رَلجي، ڪوٺائيءَ جو ڪم ڪندا ته هن دور ۾ اهي جبل هٽائڻ ڪو ڏکيو ۽ ناممڪن ناهي. ڪالهوڪي ڳالهه آهي ته ٻن امريڪن سان جيڪي امريڪا واپس وڃي رهيا هئا، ڳالهين دوران مون چيو هو ته امريڪي حڪومت، اسان کي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي ۽ اسين ڪيس اهڙي اجازت نه ڏينداسين . امريڪي حڪومت، ڪميونسٽن جي خلاف چيانگ ڪائي شيڪ جي حمايت ڪرڻ واري پاليسيءَ تي عمل پئي ڪري. اسين اهڙي روش جي مخالفت ڪريون ٿا پر اسان جي لاءِ ضروري آهي ته پهريون امريڪا جي عوام ۽ سندن حڪومت جي وچ ۾ ۽ ٻيو امريڪي حڪومت جي اندر پاليسيون ناهيندڙن ۽ انهن جي هيٺان ڪم ڪندڙ عام ورڪرن جي وچ ۾ فرق ڪريون. مون ٻنهي امريڪين کي چيو: پنهنجي حڪومت جي انهن پاليسيون ناهيندڙن کي ٻڌائجو ته اسين، توهان کي پنهنجن آزاد علائقن اندر اچڻ کان منع ڪريون ٿا ڇاڪاڻ ته توهان جون پاليسيون ڪميونسٽ مخالف ۽ چيانگ ڪائي شيڪ جي حمايت ڪرڻ واريون آهن جنهن ڪري اسان کي پهري سجاڳ رهڻو پوي ٿو. توهان، اسان جي اِشتراڪي علائقن ۾ ان شرط سان اچي سگهو ٿا ته توهان جو مقصد جاپان سان ويڙهاند ڪرڻ هجي پر ان کان اڳ اهڙو معاهدو ٿيڻ ضروري آهي. جيڪڏهن توهان هيڏي هوڏي نُوس نُوس ڪندئو ته اسين اهڙي جاسوسي ڪرڻ جي اجازت نه ڏينداسين. هاٽي جيئن ته پيٽرڪ جي_هرلي، چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ سان سهڪار ڪرڻ جي ڪليل نموني مخالفت ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي ته پوءِ توهان اِشتراڪي علائقن ۾ هيڏانهن هوڏانهن رولاڪن وانگر رُلڻ چو ٿا چاهيو؟ "ڪميونسٽن خلاف چيانگ ڪائي شيڪ جي حمايت ڪرڻ بابت امريڪي حڪومت جي پاليسي سان امريڪي رجعت پسندن جي بيحيائي ظاهر ٿئي ٿي پر رجعت پسندن جي خواهه اهي چيني هجن يا غير ملڪي هجن، چيني عوام کي سوپارو ٿيڻ کان جيتريون به سازشون ڪيون وڃن پڪ سان ناڪام ٿينديون. اڄ عالمي سطح تي جمهوري قوتون اصل وهڪرو آهن. جڏهن ته رجعت پسندي جيڪا جمهوريت مخالف آهي سا رڳو هڪ مخالف وهڪرو آهي. رجعت پسند مخالف وهڪرو قومي آزادي ۽ عوامي جمهوريت جي اصل وهڪري کي بند ٻڌڻ چاهي ٿو پر اها اصل وهڪرو بڻجي نه ٿي سگهي."

اوائلي دور ۾ ٽي وڏا تضاد. (ابتڙ) جنهن لاءِ گهڻو اڳ اسٽالن ٻڌايو هو اڄ به موجود آهن: پهريون سامراجي ملڪن ۾ پورهيت (پرولتاريه) طبقي ۽ ننڍي وچولي يعني بورزوازي طبقي جي وچ ۾ تضاد. ٻيو مختلف سامراجي طاقتن جي وچ ۾ تضاد ۽ ٽيون سڌي طرح ڪالونيون بڻايل ۽ اڌسڌي طرح ڪالونيون بڻايل ملڪن ۽ سامراجي حڪمران ملڪن جي وچ ۾ تضاد. اهي ٽيئي تضاد نه رڳو دستوري طرح موجود آهن بلڪ وڌيڪ سخت ۽ وسيع ٿي رهيا آهن. انهن جي موجودگي ۽ واڌ ويجهه سبب اهڙو وقت به ايندو جڏهن اشتراڪيت دشمن، ڪميونسٽ دشمن ۽ جمهوريت دشمن رجعت پسند وهڪرو جيڪو اڃان تائين موجود آهي، تنهن کي ختم ڪيو ويندو.

اڄڪلهه چين ۾ به ڪانگريسون ٿي رهيون آهن. هڪ ڪومنتانگ جي ڇهين قومي ڪانگريس ۽ ٻي ڪميونسٽ پارٽي جي ستين قومي ڪانگريس. انهن ٻنهي ڪانگريسن جا مقصد الڳ الڳ ۽ مختلف آهن. ڪومنتانگ ڪانگريس جو مقصد ڪميونسٽ پارٽي ۽ چين جي ٻين سمورين جمهوري قوتن کي نيست ۽ نابود ڪرڻ ۽ چين کي اونداهي غار ۾ ڌڪڻ آهي. جڏهن ته ٻي ڪانگريس جو مقصد جاپاني سامراج ۽ ان جي چاڙتن يعني چيني جاگيرداراڻي قوتن جو تختو اونڌو ڪرڻ ۽ نئين جمهوري چين جي تعمير ڪرڻ آهي ۽ اهڙي طرح چين کي روشن مستقبل ڏانهن وٺي وڃڻ آهي. اهي ٻئي واٽون هڪٻئي سان ٽڪراءَ ۾ آهن پر اسان کي پڪو پختو ويساهه آهي ته چيني عوام، چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اڳواڻي ۽ ستين قومي ڪانگريس جي عملي واٽ جي روشنيءَ ۾ سوپارو ٿيندو. جڏهن ته ڪومنتانگ جي انقلاب دشمن واٽ جو ناڪام ٿيڻ اٽل آهي. (ختم)

نوٽ: هيءَ تقرير مائوزي تنگ 11 جون 1945ع تي ستين قومي ڪانگريس جي اجلاس ۾ ڪئي.

(جلد ٽيون صفحو 459)

# سنڌي گرلس اسٽوڊنٽ تحريڪ طرفان تعليمي ۽ تربيتي ورڪشاپ

ساجده پرهياڙ

علم، سياسي سمجهہ ۽ انقلابي نظريي ۽ تنظيم سازي سان هٿيار بند ٿيل نسل ئي قوم جو آئندو ۽ انجي سجاٽپ ۽ بقا جي امانت هوندا آهن انهن جي سار سنڀالڪرڻ ڪين صحيح ڏڳ تي رسائڻ ۽ سندن فڪري توڙي نظرياتي آبياري ڪرڻ هر قوم جو فرض اول هجي ٿو.

عوامي تحريڪ جيڪا پنهنجي شروعات ڪان وٺي مسلسل تحرڪ ۽ جدوجهد جي ميدان ۾ رهي آهي جنهن جا ڪيترائي مثال ماضي توڙي حال ۾ نمايان ملندا. عوامي تحريڪ جي تعليم ۽ تنظيم جا مثال مخالف بہ ڏيندا رهيا آهن.

تربيت ۽ تعليم ذريعي شعور پيدا ڪيو .جنهن تي عوامي تحريڪ ۽ ان جا بردار محاذ عمل ڪندا رهيا آهن. عوامي تحريڪ ڪي ئي اهو اعزاز حاصل آهي جيڪا هر دور ۾ جدوجهدن توڙي عملي ڪمن ۾ صف اول تي نظر ايندي رهي آهي. هر ضلعي ليول ڪان ويندي تعلقي ۽ ڳوٺن تائين هر محاذ ڪي متحد ۽ منظم ڪرڻ لاءِ تربيتي ڪلاسن، سيمنارن ۽ ورڪشاپن ذريعي پنهنجي ڪارڪنن جي سياسي توڙي فڪري آبياري ۾ مشغول نظر ايندي.

تازو سنڌي گرلس اسٽوڊنٽ تحريڪ (SGST) طرفان ٽي روزه تعليمي ۽ تربيتي ورڪشاپ 8, 9 ۽ 10 آڪٽوبر تي D-10 پليجو هائوس قاسم آباد، حيدرآباد ۾ ٿي گذريو جنهن ۾ ڀينرن جي شرڪت، انهن جو شوق، تجسس قابل تعريف هو.

سنڌ جي مختلف شهرن توڙيڳوٺن ڪان ڪهي آيل ڀينرن جو ورڪشاپ مان سکڻ جو چاهہ ۽ لڳاء اتساهيندڙ هو. ورڪشاپ پنهنجي اصولن ۽ ضابطن تحت ٽئيڏينهن شاندار نموني هليو. ورڪشاپ ڪي منظم نموني هلائڻ لاءِ ڪميٽيون ٺاهيون ويون جن ۾ ادي زاهده شيخ ڪميٽي، جيجي زرينا بلوچ ڪميٽي، ادي غلام فاطمہ پليجو ڪميٽي، ادي صالحہ گوپانگ ڪميٽي ۽ ادي ممتاز نظاماڻي ڪميٽي هيون جن صبح حال جي سيٽنگ، ناشتو ڪرائڻ،ٻنپهرن جي چانهہ، منجهند جي ماني، شام جي چانهہ، رات جي ماني، بسترا وڇائڻ ۽ صبح بسترا ڪٽڻ شامل هو. هر ڪميٽي لاءِ چار ڪان پنج ڀينرون مقرر هيون ۽ هر ڪميٽي جو مختلف وقت تي ڪم تبديل ٿيندڙ هو. مثال طور هڪ ڏينهن ڪنهن ڪميٽي جو ڪم صبح جي چانهہ هو تہ ٻئي جو ڪم ساڳيون نہ پر تبديل ٿي ماني ڪارائڻ وغيره هو. ضابطہ ڪميٽي ۾ ادي عمره، ادي سپاني ۽ ادي نوربانو هيون جن جي اجازت ڪانسواءِ ڪا بہ ڀيڻ ليڪچر هال ڪان ڪنهن بہ ڪم لاءِ ٻاهر نہ پئي نڪتي جنهن ڪي هر ڀيڻ فالو ڪيو پي ۽ ان تحت باضابطہ طور تي ورڪشاپ هليو-

پهرين ڏينهن جي شروعات ادي سنڌو ملاح جي گيت ڪانپوءِ 11 بجي پرهہ ملاح جي ليڪچر سان ٿي جنهن جو موضوع هو “سنڌ اندر عورت دشمن ڪڌيون رسمون” جنهن ۾ هن ٻڌايو تہ ڪيئن جاگيداراڻي ۽ پدراڻي سماج جي تسلط هيٺ عورت خاص ڪري سنڌ جي عورت صدين ڪان پيڙهبي رهي آهي. انگن اکرن سان ادي ٻڌايو تہ آئي ڏينهن ڪيئن نہ ڪيتريون ئي مظلوم عورتون ۽ بي گناهہ معصوم ڇوڪريون عورت دشمن ڪڌين رسمن جي ور چڙهينديون رهن ٿيون جن ۾ ڪاروڪاري، سڱ

چٽي، پيٽ لکيونئڊيپڻ جي شادي، ستي جي رسم، جرڳا سسٽم، زوري شادي، زوري مذهب متائڻ، حراسمينٽ ۽ ٻيون پڇڪيتريون ئي انسانيت کي لڄائيندڙ نيچ رسمون شامل آهن.

انڪان پوءِ 12 بجي ٻيو ليڪچرڪونج لاشاري "انسان جي ارتقا" تي ڏنو.جنهن ۾ هن ٻڌايو تہ ڪيئن اڄ جو انسان هزارين سالن جي تاريخي مرحلن کي طعي ڪري اڄ جي جديد شڪل و صورت کي رسيو آهي ۽ ڪيئن پاڻي مان حياتي جي ارتقا ٿي ۽ ان جو ڌرتي تي وجود پيو.

جنهن بعد ادي پرهہ سومرو جو ليڪچر "اناؤنسمينٽ ۽ تقرير جو فن" تي ٿي گذريو جنهن ۾ سڀني شريڪ ڀينرن کي واري واري سان عملي طور تي اناؤنسمينٽ ۽ گيت چورايا ويا. جنهن ۾ هڪ تہ ڀينرن جي تفريح بہ ٿي ۽ ٻيو نين ڀينرن کي اسٽيج تي گهرائي کائن سڀني جي سامهون بيت ۽ گيت چورايا ويا جنهن سان سندن اسٽيج تي اچڻ جو ڊپ ٽوڙي گهبراهٽ ٽوڙي منجهن همت پيدا ڪرڻ.

ان بعد ماني جو وقفو ٿيو ۽ پوءِ 2:30 وڳي سائين راشد دائود پوٽو جو ليڪچر "جدلياتي ماديت" تي ٿي گذريو جيڪو تمام زبردست ۽ هر پيڙهي کي سمجهہ ۾ ايندڙ هو. سادن مثالن ذريعي جدليات کي ڀرپور سمجهايو ويو هو- جنهن ۾ سائين جدليات جي قانونن ۽ مارڪسي جدليات کي بهترين نموني سمجهايو.

ان ڪانپوءِ ادي پارس ميمڻ جو ليڪچر شام 4 وڳي "يوناني فلسفي جي تاريخ" تي ٿيو جيڪو پڻ ڏاڍو دلچسپ هو. جنهن ۾ يونان جي ڏاهي سقراط کان اڳ جي آيونيائي ۽ بعد جي فلسفين ۽ انهن جي ڪم تي بهترين نموني ڳالهي فلسفي کي اهڙي نموني سمجهايو جو اهي ڀينرون جيڪي فلسفي کان صفا اڻ واقف هيون تن پڻ سمجهہ پرائي. پهرين ڏينهن جو آخري ليڪچر ماما عارب ڪيڙانو جو "پارٽي جي تاريخ" تي شام 5 وڳي ٿيو. جنهن ۾ ماما پارٽي جو ٺهڻ ۽ انجي ڪم تي ڳالهايو. ان بعد ڀينرن تفريح لاءِ مختلف نظم ۽ گيت هڪٻئي کي ٻڌائي پنهنجي دل وندرائي ۽ رات جي ماني ڪانپوءِ سموريون ڀينرون مليل ضابطن تي عمل ڪندي 11 وڳي سمهي رهيون.

ورڪشاپ جي ٻئي ڏينهن جي شروعات چانهہ ناشتي ڪانپوءِ 10 وڳي ادي سنڌو ملاح جي ليڪچر "چيني انقلاب جي تاريخ" سان ٿيو جنهن ۾ ادي ڪميونسٽ پارٽي جو ٺهڻ، ڪومنتانگ پارٽي جي غداري، چين ڪميونسٽ پارٽي جي چيئرمين مائوزي تنگ جي اڳواڻي ۾ ثابت قدمي ۽ جدوجهد ۽ شاندار حڪمت عملين سان دشمنن کي شڪست ۽ چين کي آزادي ڏيارڻ ڪانپوءِ ترقي وٺرائي. اڄ جي ترقي يافتہ منزل تي رسائڻ تي سنوڳالهايو.

ان بعد ساجده پرهياڙ جو ليڪچر 11 وڳي "انساني تهذيبن جو تعارف ۽ ارتقا" جي موضوع تي ٿيو جنهن ۾ مختلف پٿر جي دورن ۾ ثقافتن جو اسرڻ، زراعت جي ايجاد، تهذيبن جو اسرڻ، جن ۾ قديم عراقي تهذيب، مصري، سنڌو ماٿري، چيني، فونيشيائي، ڪريٽ ۽ يوناني تهذيبن جي بڻ بنيادن ۽ انهن جي هڪٻئي سان لاڳاپن ۽ انهن جي ڪم تي ڳالهايو.

جنهن بعد 12 وڳي سائين دائود ڏاهري "شمسي نظام" تي ليڪچر ڏنو جنهن ۾ اسانجي ڪيرڏارا، ان ۾ موجود گرهن ۽ اسان جي ڌرتي متعلق ڳالهايو.

انڪاپوءِ منجهند 1 وڳي ڏاڏا قادر رانٽو جو ليڪچر "پارٽي ۾ ٽوڙڦوڙ جا سبب" تي ٿي گذريو جيڪو پڻ تاريخي حوالن سان ڏاڍو زبردست هو. جنهن ۾ ڏاڏا ٻڌايو تہ مختلف مرحلن ۾ سازشن ذريعي عوامي تحريڪ ۾ انتشار پيدا ڪرڻ ۽ مختلف حربا هلائي پنهنجا ڏار ڏار ڌڙا ناهي پارٽي کي ٽوڙي ختم ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون وينديون رهيون پر پوءِ بہ عوامي تحريڪ پنهنجي سچائي ۽ ثابت قدمي سان

هر دور ۾ميدان ملهائيندي جدوجهدون ڪندي ۽ دشمنن جي سازشن کي ناڪام بنائيندي ۽ اڄ بہ متحرڪ رهندي پئي اچي.

ان ڪانپوءِ ماني جو بريڪ ٿيو ۽ پوءِ منجهند 3 وڳي ڊاڪٽر قاسم جمال چاچڙ جو ليڪچر ”ڪامياب ماڻهو ڇاکي ٿو چئجي، انساني شخصيت جو گهڻ رخي جائزو“ جي موضوع تي ٿيو جيڪو پڻ معلوماتي هو.

ان بعد پيئرن گيت وغيره ٻڌايا ۽ پوءِ شام جو 4 وڳي ادي راحيلا شاهہ جو ليڪچر ”ملائيشيا ۾ تعليم حاصل ڪرڻ دوران تجربا“ تي ڏنو جنهن ۾ ادي پنهنجي پڙهائي دوران ڪيس پيش آيل مختلف دلچسپ، مشڪل ۽ اتساهيندڙ واقعا ٻڌايا. جنهن ڪانپوءِ ٻئي ڏينهن جو آخري ليڪچر 5 وڳي سائين راشد دائودپوٽو جو ”پڙهجي ۽ سکجي ڪيئن“ تي ڏنو جيڪو پڻ تمام دلچسپ ۽ جاڻ ڀريو رهيو. جنهن مان پيئرون ايترو متاثر ٿيون جو جيڪي پيئرون ڪتاب نہ پڙهنديون هيون انهن بہ ٻاهر لڳل بڪ اسٽال تان تي تي چار چار ڪتاب پڙهڻ لاءِ خريد ڪيا.

ان بعد وري ساڳئي روٽين تحت پيئرن بيٺ ۽ قومي گيت گڏجي ڳايا ۽ ڪل پوڳ سان پنهنجائپ وارو ماحول پيدا ڪري نين آيل پيئرن جي دلچسپي کي وڌايو. رات جي ماني ڪانپوءِ ڪميٽي پاران بسترا وڇايا ويا ۽ پيئرون مليل ضابطن ۽ قانون تي عمل ڪندي سمهي رهيون. آخري ٽئي ڏينهن تي پڻ ساڳئي روٽين تحت پيئرن ناشتو ۽ چانهہ پياري حال کي سيٽ ڪيو ويو ۽ پوءِ ليڪچرن جو باقائده آغاز ڪيو ويو جنهن ۾ ادي سنڌو ملاح جي گيت ڪانپوءِ ٽئي ڏينهن جو پهريون ليڪچر تهمينہ لاشاري ”اڻ برابري واري سماج ۾ عورت جي حيثيت“ تي ڏنو جنهن ۾ ادي ٻڌايو تہ ڪيئن سنڌي سماج ۾ وڏيرڪي ۽ جاگيرداراڻي نظام جي چنبن ۾ غير يقيني ۽ اڻبرابري وارو ماحول پيدا ڪري عورت کي پسماندگي جي ڏٻڻ ۾ ڦاسايو ويو آهي.

ان ڪانپوءِ ٻيو ليڪچر ادي جنت هاليپوٽو ”موجوده عالمي صورتحال“ تي ڏنو جنهن ۾ ڪيئن مختلف ڪارپوريشنس دنيا جي پٺتي پيل ملڪن مٿان غالب ٿينديون پيون وڃن ۽ موجوده وقت ۾ چين جو اڀرڻ ۽ آمريڪا ۽ ٻين سامراجي ملڪن تي بهترين ليڪچرڏنو. ٽيون ليڪچرڪائنات ڏاهري ”سياسي معاشيات ۽ طبقاتي استحصال“ تي ڏنو جنهن ۾ مختلف دورن ۾ سرمائيداري جو اسرڻ ۽ عالمي منڊي تي سامراجي دنيا جو قبضو ۽ مارڪسي معشيت تي سٺو ليڪچر ڏنو.

ان ڪانپوءِ سائين اسماعيل خاصخيلي جو ليڪچر ”انقلابي نظريو ۽ روسي انقلاب“ تي ٿيو. جنهن ۾ لينن جي زندگي، سوويت يونين جو ٺهڻ، مارڪسي نقطئہ نظر کي اڳتي وڌائڻ، روس جو انقلاب ۽ پهرين ۽ ٻين عالمي جنگ تي بهترين ليڪچرڏنو.

چوٿون ليڪچر سائين ادريس لغاري ”وڏيرا شاهي جي وطن سان غداري جي تاريخ“ تي ٿيو جنهن ۾ سائين تاريخي حوالن سان ٻڌايو تہ ڪيئن ميرن ۽ ڪلهوڙن جي دورن کان وٺي هيستائين سنڌ جا غدار وڏيرا عوام کي دوکو ڏيئي ڪين ڦريندا لٽيندا سنڌن وسيلن کي دشمنن جي هٿن ۾ تين وال ڪندا، پنهنجي ڪرسين ۽ عهدن بچائڻ لاءِ آقائن جي پيرن ۾ ڪيسيون ڪندا عوام سان ويساهہ گهاتيون ڪندا رهيا آهن.

ان بعد آخري ليڪچر ڊاڪٽر اياز سمون جو ”شاگرد سياست جي قومي ۽ طبقاتي جدوجهد ۾ اهميت“ تي ٿيو جيڪو پڻ تمام معلوماتي ۽ زبردست هو. تنهن ڪانپوءِ پيئرن کي ماني کارائي وئي ۽ پوءِ سموريون پيئرون چهرن تي خوشي واري مُرڪ، اتساهہ جوش، جذبو ۽ هڪڙو وڏو ۽ شاندار ميسيج

ڪٽي پنهنجي پنهنجي گهرن طرف روانيون ٿيون. ان عهد سان ته ايس جي ايس تي اهڙا شاندار ورڪشاپ سال ۾ هڪ يا ٻه دفعا ضرور ڪرائيندي رهي.

هڪڙي ڳالهه جنهن مونکي انتهائي خوشي ڏياري اها ته ادي ريڪا چيتن جيڪا مسلسل ٽئي ڏينهن ورڪشاپ ۾ ٽائيم جي پابندي سان باقائده شرڪت ڪندي رهي. اها آخري ڏينهن تي جڏهن سيئي پيئرون ورڪشاپ ختم ٿيڻ ڪانپوءِ پنهنجن گهرن طرف روانيون ٿيون ۽ صرف اسين چند وينل هئاسين تڏهن به ادي ويٺي هئي ادي ڪان جڏهن اسان ورڪشاپ تي تبصرو ڪرايو ته ادي جيڪي لفظ چيا انهن چند لفظن سڄي ورڪشاپ جو تصور اڳيان ڇٽي ڇڏيو ته "مونکي هن ورڪشاپ ۾ ايترو مزو آيو ۽ مونکي ايترو سکڻ لاءِ مليو جو آئون پنج درجا پڙهيل هڪ ڳوٺاڻي ڇوڪري پيئرن جي ليڪچرن ڪي دلچسپي سان ٻڌندي رهيس ۽ آئون هيستائين به جڏهن سڀ هليون ويون آهن پوءِ به هتي ويٺي آهيان صرف انڪري جو مونکي جيڪو پيار ۽ پنهنجائپ توهان پيئرن مان مليو آهي ۽ جيڪا منهنجي هنن ٽن ڏينهن ۾ تربيت ٿي آهي تنهن مون ۾ ايترو شوق پيدا ڪيو آهي جو منهنجي دل توهان سان اڃان به وڌيڪ پل گڏ گذارڻ ۽ سکڻ ٿي چاهي."

ورڪشاپ ۾ شرڪت ڪندڙ هڪ ٻي به ادي جنهن جو فيملي پسمنظر پارٽي سان وابسته نه هو پر هن ادي جي پنهنجي ذاتي لڳاءَ ۽ شوق خاطر پنهنجي ماءُ ڪان اجازت وٺي ٽيئي ڏينهن ورڪشاپ ۾ شرڪت ڪئي ۽ تمام گهڻي دلچسپي ڏيکاري جيڪا پڻ انتهائي خوشي جهڙي ڳالهه آهي جو نين پيئرن جو چاهه ۽ اتساهه هيڙن باضابط ليڪچر پروگرامن مان وڌندو رهي ٿو.

# روسي اداڪارن جي خلا ۾ فلمي شوٽنگ



روس خلا ۾ فلمي شوٽنگ ڪندڙ دنيا جو پهريون ملڪ بڻجي ويو آهي. جنهن ۾ چيو ويجي ٿو ته روسي اداڪاره ۽ فلمي هدايتڪار بين الاقوامي خلائي اسٽيشن تي 12 ڏينهن رهي فلمي عڪس بندي ڪري واپس زمين تي آيا آهن انهن ۾ اداڪاره يوليا پيرسيلڊ ۽ فلمي هدايتڪار ڪليم شيپنڪو 5 آڪٽوبر تي روسي خلائي جهاز سويوز جي ذريعي هڪ روسي خلاباز سان گڏ روانا ٿيا هئا. انهن خلا ۾ فلم لاءِ ڪجهه منظرن جي عڪسبندي ڪئي. انهن زمين جي مدار ۾ گهمندڙ خلائي ليبارٽريءَ ڪي پنهنجي ٺهندڙ فلم "دي چيلينج" لاءِ فلمي سيٽ طور استعمال ڪيو. هن فلم ۾ اداڪاره يوليا پيرسيلڊ هڪ سرجن جو ڪردار ادا ڪري رهي هُئي. هن نئين ٺهندڙ فلم ۾ هڪ خلائي مسافر جي جان بچائڻ لاءِ هنگامي مشن تي هئي. هن بين الاقوامي خلائي اسٽيشن تي فلم بندي ڪرڻ ڪان پوءِ روسي فلم انڊسٽري هاليووڊ اداڪار ٽام ڪروز جي مشهور فلم "مشن امپاسيبل" ڪان گوءِ ڪٽي ويئي آهي. هن روسي هدايتڪار خلا ۾ سڀ کان پهرين فلم بندي جو اعزاز پنهنجي نالي ڪري ورتو آهي. ياد رهي ته گذريل سال هالي ووڊ وارن فلمي اداڪار ٽام ڪروز، ناسا ۽ اسپيس ايڪس وارن خلا ۾ فلم ٺاهڻ جو اعلان ڪيو هو جڏهن ته روس وارن سيني ڪان پهرين خلا ۾ فلم بندي ڪري آيا آهن. (ٽي آر ٽي اردو، 17 آڪٽوبر 2021ع)

# رپورٽ ڪارنر

## سنڌ جي مختلف جاين تي سالگره جا پروگرام ملهايا ويا

وارهہ ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو جنهن ۾ مرڪزي صدر ڊاڪٽر دلدار لغاري، جنرل سيڪريٽري اسماعيل خاصخيلي، غلام مصطفيٰ چانڊيو ۽ ٻين خطاب ڪيو. ڳوٺ ڪسرو ڪولهي لڳ ٽنڊو باگو ۾ سالگرهہ جي پروگرام ۾ مهراڻ درس، لڪاڏنو خاصخيلي، هري رام تقريرون ڪيون. گولاڙچي شهر ۾ محمد علي هائوس تي سالگهہ جو پروگرام ٿيو جنهن ۾ ماڻڪ ٽالپر، جاڪرو نوحاڻي، رام ڪولهي، خليل درس، محمد علي ٽالپر ۽ ڏٺي بخش تقريرون ڪيون. جهڏو ۾ ڳوٺ مهاديو سولنڪي ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو ان ۾ اياز ڪوسو رحمان نهڙي، رمضان ڪلوئي ۽ اشرف رند تقريرون ڪيون. ننگر پارڪر ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو ان ۾ ڪلتار، موهن ۽ مير دَل تقريرون ڪيون. مِٺي جي ڪولهي ڪالونيءَ ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو جنهن ۾ وسند ٿري، اوپايو جوٽيجو ۽ ديال سحرائي تقريرون ڪيون. اسلام ڪوٽ لڳ ڳوٺ ملهو ڀيل ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو ان ۾ خوشحال ڀيل، رام لال، دليپ ڪمار، پرڪاش ۽ ٻين تقريرون ڪيون. ڪوٽ غلام محمد جي ڳوٺ وليو پٽيل ڀيل ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو جنهن ۾ نور محمد خاصخيلي، موليٰ بخش نوڌاڻي، پڳوان داس، برڪت شر ۽ هيرو مل تقريرون ڪيون. ڪي اين شاهہ لڳ پيپجاهو ۾ غلام مصطفيٰ چانڊيو، امتياز جتوئي، بخت ملاح، نجيب مهيسر، برڪت ملاح، حيدر ملاح، عبدالڪريم لغاري، ذوالفقار چانڊيو، محمد جمن ڪوسو ۽ ٻين سالگرهہ جي شاندار پروگرام ۾ تقريرون ڪيون. ميرواهہ لڳ ڳوٺ شگن ڪولهيءَ ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو جنهن ۾ شگن ڪولهي، راءِ چند، غفار ناريجو ۽ خوشحال تقريرون ڪيون. ڪوٽ غلام محمد ڳوٺ وليو ڪولهي ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو جنهن ۾ نور محمد، راءِ چند، پڳوان داس، مير محمد شرڪت ڪئي. ٽنڊو غلام حيدر ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو جنهن ۾ هرچند، پونجو مل ۽ ڪسرو شريڪ ٿيا. شهدادپور لڳ ڳوٺ شير لغاري ۾ ستار رند، ڊاڪٽر راڻو ۽ عالم خان لغاري تقريرون ڪيون. خيرپور لڳ پيرو وسڻ ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيوجنهن ۾ ڊاڪٽر مدد لغاري، حاڪم حاجاڻو شريڪ ٿيا. ٽنگواڻي ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو جنهن ۾ اصغر ملڪ، صدام ڪوسو ۽ ٻين تقريرون ڪيون. چيهو لڳ نوشهروفيروز ۾ سالگرهہ جو مرڪزي پروگرام ٿيو جنهن ۾ ڊاڪٽر دلدار لغاري، اسماعيل خاصخيلي، علي نواز عالماڻي، صديق عالماڻي، محمد اسماعيل عالماڻي، محمد علي شاهہ، سلام سومرو، شاهد سولنگي، سرور سنڌي، لطيف پٽي ۽ ٻين تقريرون ڪيون. سجاول لڳ ڳوٺ ٻچل ملاح ۾ امين ڪاناڻي، درياهہ خان زنئور، ٻچل ملاح ۽ حُسين آزاد تقريرون ڪيون. سامارو ۾ سالگرهہ جو پروگرام ٿيو جنهن ۾ نول راءِ ۽ ڊاڪٽر هرلال جن خطاب ڪيو.

****

## سنڌي شاگرد تحريڪ ضلعي ٽنڊي سميت سموري يونٽن جي گڏيل رپورٽ...

رپورٽ: مجاهد بلوچ

سنڌي شاگرد تحريڪ ضلعي ٽنڊي جي گڏجاڻي ضلعي جي نائب صدر فيصل پالاري جي صدارت ۾ مڪلي تي ٿي جنهن ۾ مرڪز طرفان مرڪزي سينيئر نائب صدر غلام علي زئور عوامي تحريڪ ضلعي ٽنڊي جي صدر گنهور خان زئور ۽ ايس ايس ٽي جو ذميورا ۽ عوامي تحريڪ ضلعي ٽنڊي جو نائب صدر رزاق چانڊيو شرڪت ڪئي. گڏجاڻي ۾ مرڪز طرفان موڪليل خط پڙهيو ويو جنهن خط ۾ مرڪز طرفان اهيو فيصلو ڪيو ويو تہ ضلعي ٽنڊي جي باڊي ٽوڙي وڃي، مرڪزي فيصلي تحت باڊي ٽوڙي اڪثريت رائي سان آرگنائيزر مجاهد بلوچ ۽ سيڪريٽري فيصل پالاري چونڊيا ويا جڏهن تہ ميمبرن ۾ سراج پالاري عبدا الله چانڊيو نديم چانگ پرويز پليجو چونڊيا ويا..

سنڌي شاگرد تحريڪ جي مرڪزي سينيئر نائب صدر غلام علي زئور ضلعي اڳواڻ فيصل پالاري مجاهد بلوچ سراج پالاري ۽ ايس بي ٽي ضلعي اڳواڻ حميد خشڪ جو 21 آگسٽ تي جهمپير جي ڳوٺ عمر چانگ جو دودر ٿيو ۽ ايس ايس ٽي جهمپير يونٽ جي گڏجاڻي ۾ شرڪت ڪئي. ان کان علاوهہ ايس ايس ٽي اڳواڻ غلام علي زئور عبدا الله چانڊيو مجاهد بلوچ جو ساڪرو ۽ ور جو پڻ دورو ٿيو..

ايس ايس ٽي ضلعي ٽنڊي جي آرگنائيزر مجاهد بلوچ جو ساڪري جو دورو ٿيو جنهن ۾ ايس ايس ٽي يونٽ گهارو واهہ جي گڏجاڻي يونٽ جي سيڪريٽري مجيب لاشاري جي صدرات ۾ ٿي جنهن ۾ غلام مصطفيٰ عبدالرئوف غلام مجتبيٰ مير اصحاق غلام نبي ۽ فاضل لاشاري شرڪت ڪئي..

19.9.2021تي سنڌي شاگرد تحريڪ جهمپير جي ماهوار گڏجاڻي پالاري هائوس جهمپير آرگنائيزر نديم چانگ جي صدارت ۾ ٿي گذري.

ايجنڊا: گذريل ڪاروائي پڙهي وئي، ڪم جي رپورٽ سياسي سماجي صورتحال تي ڳالهه ٻولهه، ايندڙ هفتي تي ٻه روزا اسٽڊي سرڪل هلايو ويندو.

شريڪ دوست شان حيدر پالاري، ممتاز چانگ، نديم چانگ، فيصل پالاري، پرويز چانگ منظور عالم، شڪيل ميربحر.

***

## سنڌي شاگرد تحريڪ پاران راڄو خاناڻي ۾ تعليمي سيمينار

رپورٽ : ڪيلاش ڪمار ڪولهي

سنڌي شاگرد تحريڪ ضلعي بدين طرفان اعلانيل تعليمي سيمينار جو ٽيون سيشن تاريخ 2021/10/17 تي راڄو خاناڻي ۾ فرحت پبلڪ هاءِ اسڪول ۾ ٿي گذري.

تعليمي سيمينار ۾ عوامي تحريڪ جي مرڪزي اڳواڻ لال جروار خصوصي شرڪت ڪئي ان ڪان علاوه عوامي تحريڪ ماتلي جي اڳواڻ اي ڪي احمداڻي ۽ نواب احمداڻي شرڪت ڪئي

شاگرد اڳواڻن ۾ سريش پيل، رشيد هاليپوٽو حبيب ڪلوئي، منصور هاليپوٽو امر جليل هاليپوٽو سچل هاليپوٽو، ايڊووڪيٽ فاضل زنئور، منجي ڪولهي، هريرام ڪولهي، ڪيلاش ڪولهي، نريندر ڪولهي.

تعليمي سيمينار کي شيعا ۽ علماءَ ڪائونسل جي اڳواڻ محمد حسن جفعري، نوجوان سنگت جي اڳواڻ اسماعيل قمبراڻي، توقير ڳيلڙو، آفتاب نظاماڻي، نظير سرائي، آصف ٽالپور، رمضان پناڻ، ياسين، ساجد ۽ ٻين شرڪت ڪئي.

سڄاڳ ٻار تحريڪ جا اڳوڻ پرديپ، ڪيلاش، گووبند، هريش، مولچند ۽ ٻين شرڪت ڪئي.

سنڌ جي تعليم جديد سائنسي اصولن پاليسي ۽ گهرجن مطابق ناهي ۽ تعليمي نظام ٻه طبقاتي سسٽم کي هٿي ڏيندڙ آهي حڪمران قوتون غريب جي ٻار جي تعليم ۾ رڪاوٽ بنيل آهن.

تفصيل موجب سنڌي شاگرد تحريڪ پاران فرحت پبليڪ اسڪول شهر راڄو خاناڻي ۾ ٿيل تعليمي سيمينار کي شاگرد اڳواڻن تعليمي ماهرن ۽ سڄاڻ ماڻهن خطاب ڪندي چيو ته سنڌ جيتري قدرتي وسيلن سان مالامال آهي اوتروئي سنڌي عوام کي حڪمرانن پاران نند‍ڙڪو ۽ مفتوح قوم بنايو ويو آهي تعليم صحت روزگار امن امان ۽ زندگيءَ جي ٻين ضروري سهولتن جي شديد اڻهوند پيدا ڪئي وئي آهي اڳواڻن وڌيڪ چيو ته سنڌ ۾ تمام وڏو ٽئلينٽ موجود آهي پر ان جي واڌاري لاءِ گهربل ادارا ناهن جنهنڪري اهو وقت ڪان اڳي طبقاتي فرق جي ڪري ضايع ٿي وڃي ٿو.

سيمينار کي اڳواڻن خطاب ڪندي چيو ته سنڌ جي لاڙ تر ۽ ڪاڇي ۾ تعليمي ادارن جي حالت تمام خراب آهي پرائمري اسڪولن ۾ استادن فرنيچر پيئڻ جي صاف پاڻي ۽ عمارتن جي کوٽ جو شڪار آهن ضلع جا ڪيترا اسڪول 30 سالن کان جهوپڙين ۾ هلن پيا ۽ هتي ڪا ٻه اعلي تعليم جي يونيورسٽي ناهي ۽ نه وري ڪو پرائيويٽ سستو ۽ سٺي معيار وارو ادارو آهي.هنن تعليم جي ڪرندڙ معيار تي ڳڻتي ظاهر ڪندي چيو ته هتي ڊگريون ۽ ميرٽ پئيسن تي وڪامي ٿي ٻاهرين صوبن جا شاگرد سنڌي شاگردن جي ڪوٽا تي پئيسن عيوض داخل ڪيا وڃن ٿا اهڙي ڪينسر جهڙي ڪرپشن سنڌ جي غريب ۽ اڪثريتي عوام جي تعليمي ترقيءَ جا رستا بند ڪري ڇڏيا آهن انهي سموري قومي ڦرلٽ جو ذميوار سنڌ جو جاگيردار ۽ پوتار آهي جيڪو ايوانن ۾ صرف سنڌ جي وسيلن ۽ زمينن جي نيلاميءَ لاءِ ويٺل آهي انهي موقعي تي تعليمي سيمينار ۾ قراردادون منظور ڪندي گهر ڪئي وئي ته بدين ضلع جي شاگردن لاءِ اعلي تعليم لاءِ لاڙ ميڊيڪل يونيورسٽي قائم ڪئي وڃي بدين ضلع جي سيني ڪاليجن ۽ ڊگري ڪاليجن ۾ جديد سائينسي گهرج مطابق ليبارٽريون قائم ڪري سائينس جا ماهر استاد مقرر ڪيا وڃن ضلع جي پرائمري ۽ هائير سيڪنڊري اسڪولن جون زبون عمارتون نهرائي گهربل ضرورتون پوريون ڪري استاد ۽ فرنيچر جي کوٽ ختم ڪئي وڃي.

تعليمي ادارن ۾ پبلڪ لائبريرين واري عدالتي حڪم تي عمل ڪرايو وڃي. سنڌ جي تعليمي ماهرن مفڪرن محققن ۽ تاريخدانن جا سرڪاري سطح تي ڏهاڙا ملهائي ڪين مجتا ايوارڊ ڏنا وڃن

***

## سنڌي هاري تحريڪ جي 47 هين سالگراهه جي رپورٽ

رپورٽ: ساگر درس ٽنڊوالهيار

سنڌي هاري تحريڪ جي 47 سالگراهه ڳوٺ ڏٽي بخش خاصخيلي ضلعي ٽنڊوالهيار ۾ تاريخ 8 آڪٽوبر 2021 تي ملهائي ويئي. ڳوٺ ڏٽي بخش خاصخلي ۾ خاصخلي هائوس

تي شاندار پروگرام ڪيو ويو. پروگرام ۾ 200 ساٿين شرڪت ڪئي. عوامي تحريڪ جي مرڪزي اڳواڻ عبدالرحمان سمون ۽ حنيف سارنگ. موري شهر کان ماما فريد ڪلهوڙي خصوصي شرڪت ڪئي. سنڌي هاري تحريڪ جي مرڪزي اڳواڻ ساگر درس. عوامي تحريڪ ضلعي ٽنڊوالهيار جي صدر ڪامريڊ عبدالله مگڻهار، سينئر نائب صدر ايڊووڪيٽ سائين بخش جروار، سائين فياض سومرو، ولي دائودپوٽو، ڪامريڊ بچل سميجو، اسد نظاماڻي، ڪامريڊ شوڪت لُنڊ، سنڌي هاري تحريڪ ضعلي جو صدر ڏٽي بخش خاصخلي، جنرل سيڪريٽر مظهر ميرجت، جهنڊو مري تعلقي جو صدر سائين نبي بخش ميرجت، سينئر نائب صدر ڪامريڊ سجاول مير جت خطاب ڪيو. سجاڳ ٻار تحريڪ ضلعي ٽنڊوالهيار جو اڳواڻ دريا خان سميجو شاعري ٻڌائي. سنڌي شاگرد تحريڪ ضلعي مٽياري جو اڳواڻ ذاڪر خاصخيلي 25 ساٿين جي شرڪت ڪرائي. آخر ۾ سنڌ قومي راڳي استاد حنيف سارنگ. ساگر درس. ولي دائودپوٽي انقلابي گيت ٻڌايا. آخر ۾ سنڌي هاري تحريڪ جي سالگراه جو ڪيڪ ڪٽيو ويو.

❊❊❊

رپورٽ: اي ڪي احمداڻي

سنڌ جا هاري هن جديد دور ۾ ٻه گهڻ طرفي عذاب، ظلم ۽ ناانصافي جو شڪار آهي. تعليم صحت ۽ ٻين بنيادي سهولتن کان محروم آهي. اهڙن خيالن جو اظهار عوامي تحريڪ جي اڳواڻ اي ڪي احمداڻي سنڌي هاري تحريڪ جي اڳواڻ سارنگ ڪلوئي نواب احمداڻي پرسن داس ڪولهي لالجي ڪولهي امام بخش پرٻڙي ۽ ٻين ڳوٺ ڪانجي ڪولهي ۾ سنڌي هاري تحريڪ جي 47 سالگره جي ڪيڪ ڪٽڻ واري موقعي تي وڏي تعداد ۾ گڏ ٿيل هارين کي خطاب ڪندي ڪيو.انهن چيو ته سنڌي هاري تحريڪ جي جدوجهد جي شاندار تاريخ رهي آهي هاري عوام جي حقن لاءِ آج ٻه سنڌي هاري تحريڪ فڪر پليجو جي واٽ تي هلندي پتوڙي رهي آهي انهن چيو ته مهنگائي بک بدحالي ۽ بيروزگاري جي ڪري غريب عوام پنهنجن ٻچن جو پيٽ پالڻ لاءِ پرشان آهن.انهن حڪومت کان مطالبو ڪيو ته هارين کي بنا وياج جي قرض ڏنا وڃن. انهن جي ٻارن کي مفت تعليم ۽ هنر ۽ صحت جا مرڪز قائم ڪيا وڃن. هارين جي حقن لاءِ اسيمبلي ۾ قانون پاس ڪيو وڃي. پيرسن هارين کي گذارا الائونس ڏنو وڃي. انهن چيو ته هاري پنهنجي حقن لاءِ منظم ٿين ٻڌي ڪن. ۽ سماجي اڻبرابري واري نظام کي تبديل ڪرڻ لاءِ پنهنجو تاريخي ڪردار ادا ڪن.

❊❊❊

رپورٽ: مجيد ساگر پرهياڙ

هاري تحريڪ ضلعي سجاول طرفان هاري تحريڪ جي 47 هي سالگره ۽ هاري تحريڪ ضلعي سجاول جي صدر ۽ ڪاهوڙي ڪردار بچل ملاح سان شام ملهائي وئي .تفصيل موجوب هاري تحريڪ ضلعي سجاول طرفان ڳوٺ بچل ملاح ۾ هاري تحريڪ جي 47 هي سالگره ۽ هاري تحريڪ جي ضلعي صدر ۽ڪاهوڙي ڪردار چاچا بچل ملح سان شام ملهائي وئي. ان موقعي ضلعي صدر حسين آزاد مرڪزي جوائيٽ سيڪريٽري پرويز ميمڻ هاري تحريڪ جي اڳواڻ دريا خان زئور مجيد ساگر پرهياڙ بچل ملاح ايوب ٻائيتار ايس ايس ٽي جي سينيئر نائب صدر غلام علي زئور مير ٽڳڙ خطاب ڪندي چيو ته هاري تحريڪ جي وجود پوڻ کان پوءِ هاري پنهنجي حق وٺڻ لاءِ عوامي تحريڪ جي فڪرهيٺ گڏ ٿي پنهنجي حقن لاءِ جدو جهد ڪئي هنن چيو ته هن وقت هارين سان جڳہ ظلم ٿي رهيو آهي سرمائيدار هاريءِ مزدور جي محنت پورهيو ويٺي ويٺي ڪائي ٿو پر هارين ۽ مزدورن کي سندن پگهر جي پورهي جو اجرو صحيح نٿا ڏين . هارين سان وڏو ظلم اهيو آهي هن وقت منهنگائي جو طوفان آهي ٻاڻ ٻج دوائون مهانگيون آهن پر سندن فصلن جو ڪو اگه ڪونهي اڳواڻن چيو ته ڪامريڊ بچل ملاح سڄي عمر هارين ۽ پورهيت نظريئي هيٺ پنهنجي طبقي جي حقن ۽ سڪن لاءِ هميشہ جدو جهد ڪئي هن ڪڏهن ٻه ڪنهن ڀوتار جي خوف ۽ لالچ ۾ اچي پنهنجي راه نہ بدلائي پر هن انتقامي ڪاروائين جي پرواه نہ ڪندي پيري ۾ ٻہ نوجوان جذبي جيان سيني کان جدوجهد ۾ اڳيان اڳيان آهي مقررن ڪيس هارين جي جدوجهد کي سرخ سلام پيش ڪيو

❊❊❊

ٽنڊوباگو: ملڪ ۾ هاري عوام جي سڌاري لاءِ ڪوبہ نظام ناهي سنڌي هاري تحريڪ حڪيم هاليپوٽو جهڙا ادي ممتاز نظاماڻي نورمحمد زئور عارف زئور رحيم جمالي جهڙا عظيم ڪردار پيدا ڪيا آهن جن پورهيت عوام جي تقدير بدلائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا اهڙن خيالن جو اظهار سنڌي هاري تحريڪ جي اڳواڻن مهراڻ درس هريرام لڪاڏنو خاصخيلي منجي ڪولهي ڪيمون ۽ ٻين هاري تحريڪ جي 47 هين سالگره جي موقعي تي راڄو خاناڻي لڳ ڳوٺ

 

ڪيسرو ڪولهي ۾ ڪارڪنن جي ميڙ کي خطاب ڪندي ڪيو هنن وڌيڪ چيو تہ سنڌي هاري تحريڪ ايم آر ڊي، سنڌ جون زمينون نيلام ڪرڻ بند ڪريو ۽ پورهيتن جي حقن لاءِ بي مثال جدوجهد ڪري ضيائي آمريت ۽ ڀوتارڪي سسٽم جا پردا چاڪ ڪندي رهي آهي هنن سنڌ جي عوام کي اپيل ڪئي آهي تہ سنڌ جي سمورن دردن جو علاج صرف ۽ صرف ڀوتارن سردارن ۽ جاگيردارن کي اقتدار مان لاهي اقتدار جون واڳون طاقت جي سرچشمي پورهيت عوام حوالي ڪرڻ ۾ آهي ان لاءِ سنڌ جي عوام کي پنهنجا وسيلا ڌرتي ۽ قومي تشخص بچائڻ لاءِ مارڪسي ۽ فڪر رسول بخش پليجو جي نظريئي تحت جدوجهد ڪندڙ سنڌي هاري تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ گهرجي پروگرام ۾ سنڌي هاري تحريڪ جي سالگره جو ڪيڪ پڻ ڪاٽيو ويو پروگرام ۾ ايس جي ايس ٽي جي ٻارڙين ڇمپا پوجا ۽ پرمي قومي گيت پيش ڪيا.

***

### ميرپور ساڪرو

سنڌي هاري تحريڪ جي 47 هين سالگره لاشاري هائوس ميرپورساڪرو ۾ ٿي گذري اسٽج تي عوامي تحريڪ جي سينئر نائب صدر عبدالقادر رانٽو ضلعي صدر گنهور زنئور، هاري تحريڪ جي ضلعي آرگنائيزر بلاول لاشاري ۽ ان کان سواءِ رزاق چانڊيو، ڏٽي بخش لاشاري، سماجي شخصيت سيد خداڏنو شاه، ايوب انڙ، رياض عباسي کي اسٽيج تي ويهاريو ويو. سنڌي شاگرد تحريڪ ٺٽي جي اڳواڻ مجاهد بلوچ تقرير ڪندي چيو تہ هاري تحريڪ جي جدوجهد کي سلام ڪريان ٿو سنڌي مزدور تحريڪ جي اڳواڻ عبدالخالق گندري چيو تہ اسان جي پارٽيءَ جو بنياد ئي پورهيت انقلابي نظرئي تي پيل آهي اسان بهتر سماج اڏڻ جي لاءِ جدوجهد ڪندا رهنداسين. عوامي تحريڪ جي اڳواڻ ڪامريڊ ايوب انڙ چيو تہ سنڌي هاري تحريڪ صحافين جي تحريڪ، ايم آر ڊي جي تحريڪ ۽ ڪالاباغ ڊيم خلاف شاندار جدوجهدون ڪيون آهن. سماجي اڳواڻ سيد خداڏني شاه چيو تہ اسان سيني جي سياسي تربيت عوامي تحريڪ جي دوستن ڪئي آهي، اُن وقت ڪم ڪرڻ ڏکيو هو هاڻي حالتون بهتر آهن، هارين کي منظم ڪرڻ جي ضرورت آهي. ٺٽي جي اڳواڻ رزاق چانڊيو چيو تہ پليجو صاحب هارين کي شعور ڏنو ۽ تربيت ڪئي هن وقت هارين جي آواز کي سگهارو ڪرڻ جي ضرورت آهي. هاري تحريڪ ضلعي ٺٽي جي آرگنائيزر بلاول لاشاري چيو تہ هن وقت سنڌي هاري تحريڪ قومي طبقاتي جدوجهد ۾ اڳواٽيءَ جو ڪردار ادا ڪري پئي، هارين سان هينئر بہ مسئلا آهن. طبقاتي ظلم هي پيو هارين کي صحت ۽ تعليم جون سهولتون نہ آهن. عوامي تحريڪ ضلعي ٺٽي جي صدر گنهور زنئور چيو تہ اسان جي پارٽي هارين پورهيتن جي پارٽي آهي اسان سڀ هينئين طبقي جا ماڻهو آهيون اسان وٽ سائنسي نظريو آهي. عوامي تحريڪ جي مرڪزي نائب صدر عبدالقادر رانٽو چيو تہ سنڌي هاري تحريڪ پاڪستان جي سياسي جمهوري جدوجهدن ۾ اڳواٽيءَ جو ڪردار ادا ڪيو آهي. صحافين جي تحريڪ، ڪالاباغ ڊيم، سنڌ جي وسيلن جي بچاءَ لاءِ جدوجهد ڪئي آهي. هي وقت سنڌي هاري تحريڪ کي وڌيڪ منظم ڪرڻ جو آهي.

***

رپورٽ: پرھ سومرو

عوامي تحريڪ، ايشيا جي اها واحد تنظيم آهي جيڪا مارڪس ۽ لينن جي انقلابي راهہ جي پيروي ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي ڪارڪنن جي تعليمي ۽ تنظيمي تربيت ڪندي رهي آهي. پنهنجي ڪارڪنن جي انقلابي ۽ سائنسي تربيت ڪرڻ لاءِ عوامي تحريڪ طرفان اڪثر ورڪشاپ منعقد ڪيا ويا آهن. جنهن سبب ڪارڪنن ۾ انقلابي راهہ تي هلڻ جو جذبو اڃا وڌيو آهي ۽ انهن جي سياسي شعور ۾ پڻ اضافو ٿيو آهي. اهڙي طرح سنڌ جي نياڻين ۾ سياسي ۽ سائنسي شعور بيدار ڪرڻ لاءِ عوامي تحريڪ جي برادر محاذ سنڌي گرلس اسٽوڊنٽ تحريڪ (ايس جي ايس ٽي) طرفان حيدرآباد ۾ ٽي روزا تعليمي تربيتي ورڪشاپ منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ سنڌ جي مختلف علائقن کان ڀينرن جهجي تعداد ۾ شرڪت ڪئي، نہ صرف شرڪت ڪئي پر ڀرپور حصو بہ ورتو.

هن ورڪشاپ ۾ سڀ کان مثبت ڳالهہ اها لڳي تہ ليڪچرار پاڻ ايس جي ايس ٽي جون ڀينرون هيون، جن تمام بهترين نموني سان پنهنجي ذميواري نڀائي. ليڪچرار ڀينرن کان علاوه جن تي حال جون ذميواريون هيون تن بہ پنهنجا فرض بخوبي نڀايا ۽ پاڻ مڃايو.

ورڪشاپ دوران جڏهن وچ ۾ ساهي پئي ملي تہ ان وقت سيني کي هڪٻئي کي پرکڻ جو موقعو بہ مليو.

ان قسم جا ورڪشاپ انسان ۾ سياسي، سائنسي ۽ انقلابي شعور بيدار ڪرڻ لاءِ تمام مفيد ثابت ٿين ٿا.

***

سنڌيڪار: رسول بخش پليجو

# پر پوءِ بہ ●●●●●

نيڪي ڪندؤ تہ ماڻهو توهان تي الزام هڻندا،

تہ توهان پنهنجي ذاتي مطلب لاءِ اها نيڪي ڪئي آهي،

پر پوءِ بہ نيڪي ڪندا رهو.

جيڪڏهن توهان ڪامياب آهيو،

تہ توهان کي ڪوڙا دوست ۽ سچا دشمن نصيب ٿيندا،

پر پوءِ بہ ڪاميابي حاصل ڪندا رهو.

ايمانداري ۽ سچائي کان ڪم وٺندؤ تہ ماڻهو توهان تي چڙهي ويندا،

پر پوءِ بہ ايمانداري ۽ سچائي کان ڪم وٺندا رهو.

جيڪا نيڪي توهان اڄ ڪندؤ اُها سڀاڻي ماڻهو وساري ڇڏيندا،

پر پوءِ بہ نيڪي ڪندا رهو.

وڏي ۾ وڏا ماڻهو جن جا وڏي ۾ وڏا خيال آهن،

انهن کي ننڍڙي ۾ ننڍڙا ماڻهو جن جا دماغ ننڍڙا پتڪڙا آهن،

اهي هيٺ ڪيرائي ناڪام بڻائي سگهن ٿا،

پر پوءِ بہ وڏيون سوچون سوچيندا رهو.

ماڻهو ڪريلن جي پاسي هوندا آهن، پر هلندا چڙهيلن جي پويان آهن،

پر پوءِ بہ ڪريلن جو پاسو وٺندا رهو.

جن شين کي اڏڻ ۾ توهان کي سال لڳندا،

اهي ماڻهو رات وچ ۾ ڊاهي سگهن ٿا،

پر پوءِ بہ اڏيندا رهو.

توهان وٽ جيڪا بهترين ۾ بهترين شيءِ هوندي،

هن دنيا کي ڏيندؤ ۽ ان جي موٽ ۾ ماڻهو

توهان کي لتون هڻي ڪيرائي ڇڏيندا،

پر پوءِ بہ توهان وٽ جيڪا بهترين ۾ بهترين شيءِ هي،

سا دنيا کي ڏيندا رهو.

Design By: Ameen Solangi 0315-3020869